تيار ڪندڙ: سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ ڄام شورو

منظور ٿيل: صوبائي محڪمہ تعليم و خواندگي ، حڪومت سنڌ

مراسلہ نمبر: سنڌ حڪومت جي تعليم ۽ خواندگيءَ واري کاتي جي مراسلي نمبر SO (C) SELD/3-910/18، مؤرخہ: 3 مارچ 2020 موجب.

سنڌ صوبي جي اسڪولن لاءِ اَخلاقيات جو واحد درسي ڪتاب

ڊائريڪٽوريٽ آف ڪريڪيولم، اسيسمينٽ اينڊ ريسرچ، سنڌ ڄامشورو جي نصابي ڪتابن جي جائزي واري صوبائي ڪاميٽي جو چڪاسيل.

نگرانِ اعلىٰ: آغا سهيل احمد (چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ)

نگران: عبد الباقي ادريس السندي

ليکڪَ: ☆ پونجراج ڪيسراڻي
☆ نياز احمد راڄپر

صوبائي جائزه ڪميٽي

☆ اي ايل جگرو ☆ سلميٰ لغاري
☆ نارائڻ داس آسناڻي ☆ گنيش مل -اين- آسناڻي
☆ نديم رياض ديوڊ ☆ ڊاڪٽر چمن منشا

ڪمپوزنگ ۽ لي آؤٽ ڊزائننگ: ☆ دانش ٻبر ☆ نور محمد سميجو

ڇپيندڙ:

# فهرست

# مذهبن جو تعارف

انسان جي هن زمين تي آباد ٿيڻ کان وٺي مذهب ان جي رهنمائي ڪئي آهي. مذهبَ مالڪِ حقيقي جي ذات جي شعور ۽ انفرادي طور روحاني، اخلاقي تعليم ۽ تربيت ڪرڻ سان گڏ انسان جي اجتماعي اخلاقن ۽ شعور وڌائڻ ۾ به مک ڪردار ادا ڪيو آهي. مذهب پنهنجي اخلاقي ۽ روحاني تعليم ذريعي چڙواڳي، خودغرضي ۽ مفادپرستي جي آڏو بند ٻڌي انسان کي ٻين لاءِ جيئڻ، ڀلائيءَ ۽ خيرخواهيءَ جي رستي تي هلڻ جو پابند بڻايو آهي.

مختلف مذهبن فطرت جي مظهرن ۾ عظيم ۽ برتر هستي جو جلوو ڏِسي سج، چنڊ، ستارن ۽ عظيم شخصيتن جي مورتين جي پوڄا جو تصور ڏنو، ته ڪيترن اڪيلي خدا ۾ ويساهه جي تعليم ڏني پر ان جي باوجود سڀني مذهبن ۾ عظيم ۽ برتر هستي هڪ ئي مڃي وڃي ٿي. ڪائنات جو خالق ۽ مالڪ هڪ آهي. ان جي رضا لاءِ نيڪ ڪم ڪرڻ ضروري قرار ڏنو ويو آهي. سڀني مذهبن وٽ پيغمبرن جو اچڻ به ان لاءِ ٿيو آهي، ته اهي انسانن کي زندگي گذارڻ بابت خدا جا قانون ۽ هدايتون سمجهائين.

هن باب ۾ ”سامي مذهب“ جي تصور ۽ ان جي ماتحت ڌرمن جي مختصر تعارف سان گڏ مکيه نبين سڳورن جو تعارف ذڪر ڪيو ويو آهي.

**سکيا جي حاصلات**

- لفظ "سامي" جي تعريف ڪري سگهندا.
- سامي مذهبن جا نالا بيان ڪري سگهندا.
- مذهبن جو بڻ بڻياد بيان ڪري سگهندا.
- مالڪِ حقيقي طرفان نبي موڪلڻ جو سبب بيان ڪري سگهندا.

مختلف علائقن ۽ نسلن جي اعتبار کان دنيا جا مذهب ٽن قسمن ۾ ورهائي سگهجن ٿا. سامي، آريائي ۽ منگول. انهن ٽن قسمن مان هڪ قسم سامي مذهب جو بہ آهي. هي مذهب حضرت نوح عليه السلام جي پٽ سام جي اولاد مان پيدا ٿيندڙ نسلن ۽ قومن ۾ ڦهليا آهن. ان ڪري سامي مذهب سڏيا وڃن ٿا. سامي مذهب جنهن سرزمين ۾ پکڙيا اها "وچ اوڀر" جي نالي سان سڃاتي وڃي ٿي. دنيا جا ٽي وڏا "سامي مذهب" سڏبا آهن. يهوديت، مسيحيت ۽ اسلام جيڪي خدا جي توحيد ۾ يقين رکڻ جي تعليم ڏين ٿا.

## يهوديت

سام جي ستين پيڙهيءَ ۾ حضرت ابراهيم عليہ السلام پيدا ٿيو جنهن کي بہ پٽ اسحاق ۽ اسماعيل ٿيا. حضرت اسحاق عليہ السلام جو اولاد فلسطين ۾ آباد ٿيو، جيڪو بني اسرائيل سڏيو ويو. حضرت موسيٰ عليہ السلام بہ بني اسرائيل مان هو جنهن يهودي مذهب جو بنياد رکيو.

بني اسرائيل مان ئي حضرت يسوع مسيح پيدا ٿيو، جنهن حضرت موسيٰ عليہ السلام جي دين جي اصلاح ڪئي. پاڻ مسيحيت جو باني مڃيو وڃي ٿو.

حضرت ابراهيم عليہ السلام جو ٻيو پٽ حضرت اسماعيل عليہ السلام مڪي ۾ آباد ٿيو. جتي ان عرب قبيلي بنو جرهم ۾ شادي ڪئي، سندس اولاد گهڻو وڌيو. ان جي اولاد مان حضرت محمدﷺ پيدا ٿيو. جنهن مذهب اسلام جو بنياد وڌو.

# سامي مذهبن جا مکيہ پيغمبر

## حضرت آدم عليہ السلام

**سکيا جي حاصلات**

- سمجهي سگهندا تہ حضرت آدم عليہ السلام پهريون نبي ۽ انسانيت جو ابو هو.
- ڄاڻندا تہ الله تعاليٰ حضرت آدم عليہ السلام کي ڇا سيکاريو.

مالڪِ حقيقي طرفان انسانن لاءِ هر دور ۾ زندگي کي رهنما اصولن مطابق گذارڻ لاءِ برگزيده هستيون موڪليون ويون، جيڪي سندن اخلاقي تربيت سان گڏ کين مالڪِ حقيقي سان بهتر تعلق قائم رکڻ جي تعليم ڏيندا هئا. تن کي نبي سڏجي ٿو.

سامي مذهبن جو يقين آهي تہ پهريون انسان، جيڪو الله تعاليٰ زمين تي پيدا ڪيو سو آدم آهي، الله تعاليٰ جنهن کيس مٽيءَ مان ناهي سندس جسم ۾ پنهنجو روح ڦوڪيو تہ هو اُٿي هلڻ لڳو پوءِ الله تعاليٰ کيس روزمره جي استعمال جي شين جا نالا سيکاريا ۽ ان علم جي بدولت کيس ملائڪن تي فضيلت حاصل ٿي ان کان پوءِ الله تعاليٰ زال مڙس کي جنت يعني "عدن جي باغ" ۾ رهايو، کيس جنت جي هر ميوي کائڻ جي اجازت ڏنائين، صرف هڪ وڻ جي ميوي کان کيس جهليائين.

شيطان حضرت آدم عليہ السلام ۽ ان جي زال بيبي حوا کي ورغلائي ان وڻ جو ميوو کارائي وڌو تڏهن خداوند کائنس ناراض ٿيو ۽ کين جنت مان ڪڍي ڇڏيائين. حضرت آدم عليہ السلام ۽ ان جي گهرواريءَ جي معافي گهرڻ تي مالڪِ حقيقي کين سندن ڏوهہ معاف ڪري ڇڏيو پر پوءِ هو جنت ۾ رهڻ بجاءِ زمين تي آباد ٿي، زمين ۾ پوکون ڪري توڙي جانور پالي پنهنجو گذر ڪرڻ لڳا ۽ زمين تي ئي سندن اولاد وڌندو رهيو. جڏهن آدم عليہ السلام جي عمر نو سؤ ٽيهہ ورهين کي پهتي تہ پاڻ لاڏاڻو ڪري ويا.

# حضرت نوح عليہ السلام

سکيا جي حاصلات

- ٻڌائي سگهندا تہ حضرت نوح عليہ السلام پرهيزگاري جو عظيم مبلغ هو.
- حضرت نوح عليہ السلام جي تعليمات/معجزن کي بيان ڪري سگهندا.

حضرت آدم عليہ السلام جي نائين پيڙهيءَ مان حضرت نوح عليہ السلام پيدا ٿيو. زمين تي فساد ۽ ظلم برپا ٿي چڪو هو. هر ڪنهن شخص پنهنجي هلت بگاڙي ڇڏي هئي. قرآن شريف جي بيان مطابق انهن خدا کي ڇڏي ود، سواع، يغوث ۽ يعوق نالي بتن جي پوڄا شروع ڪري ڏني هئي.

حضرت نوح عليہ السلام ساڍا نو سؤ سال ڪين اڪيلي الله جي بندگي ڪرڻ ۽ پنهنجي آخرت سڌارڻ جي تبليغ ڪئي، پر قوم سندس ڳالهہ نہ مڃي. تڏهن الله تعاليٰ انهن تي عذاب جو فيصلو ڪيو. حضرت نوح عليہ السلام کي ٻيڙي ناهڻ جو حڪم ڏنائين ۽ زمين تي پاڻيءَ جو طوفان آندائين. ٻيڙيءَ ۾ حضرت نوح عليہ السلام جا گهر ڀاتي، جن ماڻهن مٿس ايمان آندو ۽ هر قسم جي جانورن جو هڪ هڪ جوڙو سوار ٿيا. الله تعاليٰ انهن کان سواءِ زمين تي جيڪي ڪجهہ هو ان کي ٻوڙي ڇڏيو. انسانيت جي بقا لاءِ سندس ان عظيم جدوجهد کي سندس وڏو معجزو شمار ڪيو وڃي ٿو.

حضرت نوح عليہ السلام کي ٽي پٽ هئا: سام، حام ۽ يافث. جن جو نسل ڌرتيءَ تي پکڙيو ۽ دنيا ۾ وري ماڻهو آباد ٿيا. حضرت نوح عليہ السلام کي ”آدم ثاني“ بہ سڏيندا آهن.

# حضرت ابراهيم عليہ السلام

**سکيا جي حاصلات**

- ڄاڻندا تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام خدا جي هيڪڙائي تي يقين رکندو هو.
- حضرت ابراهيم عليہ السلام جي عظيم اولاد جو ذکر ڪري سگهندا.

حضرت نوح عليہ السلام جي پٽ سام جي نائين پيڙهي مان حضرت ابراهيم عليہ السلام پيدا ٿيو. حضرت ابراهيم عليہ السلام قديم عراق جي شهر ”اُر“ ۾ آزر جي گهر ۾ ڄائو. ننڍپڻ کان وٺي الله تعالىٰ کيس وڏي سمجهہ ۽ ساڃهہ سان نوازيو هو. ننڍي عمر ۾ ئي هڪ دفعي پاڻ رات جو هڪ چمڪندڙ تارو ڏسي گهروارن کي چوڻ لڳو: اهو اسان جو خدا آهي. ٻئي دفعي وري چوڏهين جو چنڊ ڏسي چوڻ لڳو هي تہ روشن آهي اهو ئي خدا آهي. وري انهن کان بيزار ٿي چوڻ لڳو خدا تہ سج ٿي سگهي ٿو جيڪو گهڻو روشن ۽ جهان کي فائدو ڏئي ٿو پر سندس آخري راءِ اها بيٺي تہ اهي سڀ تہ لهي وڃن ٿا ۽ سندن روشني ختم ٿي وڃي ٿي، اهي خدا نہ ٿا ٿي سگهن خدا تہ اهو آهي جيڪو انهن کي اپاري، لاهي ۽ روشن ڪري ٿو.

کيس ٻہ گهر واريون هيون. هڪ جو نالو سارا هو، جڏهن ان مان کيس اولاد نہ ٿيو تہ بيبي هاجره سان شادي ڪيائين. 86 ورهين جي عمر ۾ ان مان کيس اسماعيل عليہ السلام نالي پٽ ڄائو. ان کان پوءِ کيس بيبي سارا مان بہ الله تعالىٰ پٽ عطا ڪيو. جنهن جو نالو اسحاق رکيائين. سندن ٻنهي فرزندن جو اولاد اهڙو بابرڪت ٿيو جو سمورا نبي انهن جي ئي اولاد مان آيا.

# حضرت يعقوب عليہ السلام

| سکيا جي حاصلات | • حضرت يعقوب عليہ السلام جي مکيہ اخلاقي تعليمات کي بيان ڪري سگھندا. |
|---|---|

حضرت ابراهيم عليہ السلام جي پٽ اسحاق عليہ السلام کي ٻہ پٽ هئا. هڪ جو نالو عيسو ۽ ٻئي جو يعقوب عليہ السلام هو، يعقوب عليہ السلام ننڍو ۽ عيسو وڏو هو. حضرت يعقوب عليہ السلام کي "اسرائيل" بہ سڏيو ويندو آهي. حضرت يعقوب عليہ السلام کي 12 پٽ هئا. جن مان هڪ مشهور پيغمبر حضرت يوسف عليہ السلام بہ آهي.

حضرت يعقوب عليہ السلام جي سيرت مان اسان کي مصيبتن تي صبر ڪرڻ، حسد ۽ بغض کان پاسو ڪرڻ ۽ سچائي جي ڪامياب ٿيڻ جا سبق ملن ٿا.

الله تعاليٰ حضرت يعقوب عليہ السلام کي برڪت ڏني. سندس ٻارنهن پٽن جو اولاد ٻارنهن قبيلن جي صورت ۾ وڌي هڪ قوم بڻيو، جيڪا بني اسرائيل سڏجي ٿي. هيءَ قوم پڻ سامي نسل مان آهي، ڇاڪاڻ تہ سندن اَبن ڏاڏن جو نسل وڃي سام پٽ نوح سان ملي ٿو. بني اسرائيل ۾ جيترا بہ پيغمبر آيا، اهي پڻ حضرت يعقوب عليہ السلام جو اولاد هئا.

# حضرت موسيٰ عليہ السلام

سکيا جي حاصلات

- حضرت موسيٰ عليہ السلام جي شخصيت بابت مختصر بيان ڪري سگھندا.

حضرت يعقوب عليہ السلام جي ٻارنهن پٽن مان حضرت يوسف عليہ السلام مصر ۾ بادشاهت جي عهدي تي فائز ٿيو، تہ ان حضرت يعقوب عليہ السلام ۽ پنهنجي ٻارنهن پٽن کي مصر ۾ آباد ڪيو. مصر ۾ انهن جي آبادي تمام گھڻي وڌي. هي اڳتي هلي اقتدار تان محروم ٿي مصرين جا غلام بڻجي ويا. مصر جا فرعون ۽ مصري مٿن تمام گھڻا ظلم ڪرڻ لڳا.

انهن حالتن ۾ بني اسرائيل ۾ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي ولادت ٿي، حضرت موسيٰ عليہ السلام کي الله تعاليٰ فرعون ۽ سندس قوم جي هدايت لاءِ ۽ بني اسرائيلن کي انهن جي غلاميءَ ۽ ظلمن مان آجو ڪرائڻ لاءِ نبوت عطا فرمائي. کيس معجزا پڻ ڏنا. الله تعاليٰ ساڻس هم ڪلام ٿيو ۽ مٿس ”تورات“ نازل فرمايو.

پر فرعون پنهنجي هوڏ ۽ هٺ تان نہ لٿو. حضرت موسيٰ عليہ السلام جي دعوت ۽ تبليغ مٿس ڪوبہ اثر نہ ڪيو، الٽو بني اسرائيلن تي ظلمن ۾ واڌارو ڪري ڇڏيائين، جنهن ڪري الله تعاليٰ کيس لشڪر سميت سمنڊ ۾ ٻوڙي ڇڏيو ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام صحيح سلامت بني اسرائيل سان گڏ مصر مان هجرت ڪري صحراءِ سينا ۾ آباد ٿيو.

# حضرت عيسيٰ عليہ السلام

- حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي بنيادي تعليمات کي بيان ڪري سگھندا.

بني اسرائيل مان ئي فلسطين جي هڪ شهر "بيت لحم" ۾ حضرت عيسيٰ عليہ السلام (حضرت يسوع مسيح) خدا جي خاص قدرت سان بغير پيءُ جي پيدا ٿيو. سندس والده بيبي مريم تمام برگزيده ۽ پاڪيزه عورت هئي.

يهودين جي بداعمالين ۽ نافرمانين کي سڌارڻ ۽ انهن کي هدايت جي رستي تي آڻڻ لاءِ ٽيهن ورهين جي عمر ۾ سندس مٿان وحي نازل ٿي ۽ کيس نبوت عطا ڪئي وئي.

پاڻ ماڻهن کي سمجھايائون تہ آءٌ ۽ منهنجي ماءُ انسان ئي آهيون، بندگي جي لائق صرف هڪ مالڪِ حقيقي جي ذات آهي. مٽن مائٽن، پاڙيسرين ۽ دوستن سان سهڻو سلوڪ ڪرڻ انسان کي وڏي مرتبي تي پهچائي ٿو.

# حضرت محمّدﷺ

سکيا جي حاصلات

- حضرت محمدﷺ جي بنيادي تعليمات کي بيان ڪري سگھندا.
- سامي مذهب سان مشهور پيغمبرن جو تعلق ٻڌائي سگھندا.
- اولوالعزم پيغمبرن جا نالا ٻڌائي سگھندا.
- سمجھندا تہ ڪين ”اوالوالعزم“ جو ٿو سڏيو وڃي.

فلسطين جي ملڪ ۾ رهڻ دوران خداوند جي حڪم سان حضرت ابراهيم عليہ السلام پنهنجي گھر واري بيبي هاجره ۽ ننڍڙي ٻار اسماعيل عليہ السلام کي فاران جي رڻ پٽ ۾ ڇڏي آيو جتي الله تعالیٰ جي خاص قدرت سان پاڻيءَ جو هڪ چشمو جاري ٿيو جنهن کي ”زم زم“ چيو وڃي ٿو. حضرت اسماعيل عليہ السلام اتي ئي وڏو ٿيو ۽ الله تعالیٰ کيس نبوت سان نوازيو. سندس ماءُ سان الله تعالیٰ واعدو ڪيو، ”تہ هن جي اولاد کي آءٌ هڪڙي وڏي قوم بنائيندس.“ حضرت اسماعيل عليہ السلام جي اولاد ۽ نسل مان حضرت محمّدﷺ مڪي شهر ۾ 571ع ۾ پيدا ٿيو. ڪين 610ع ۾ چاليهن سالن جي عمر ۾ نبوت عطا ٿي. پاڻ ماڻهن کي بداخلاقي، ظلم زيادتي ۽ بت پرستي کي ڇڏي اڪيلي الله جي عبادت ڪرڻ ۽ سيني انسانن سان ڀلائي ڪرڻ جي تعليم ڏني.

بعثت جي تيرهن سالن مڪمل ٿيڻ کان پوءِ 622ع ڌاري پاڻ مديني هجرت فرمايائون.

مديني ۾ خوب اسلام ڦهليو. پاڻ سڳورنﷺ مديني ۾ هڪ رياست جو بنياد وڌو ۽ هڪ بهترين ۽ مثالي حڪومت قائم ڪئي. ماڻهو ٽولن جا ٽولا اسلام ۾ داخل ٿيندا ويا. حضرت ابراهيم عليہ السلام جي نسل ۾ ايندڙ سيئي نبي سڳورا سامي مذهبن جا نمائندا هئا جن وسيلي اهي مذهب دنيا تائين ڦهلجي ويا.

اولوالعزم پيغمبر: ”عزم“ پختي ارادي کي چئبو آهي. حضرت نوح، حضرت ابراهيم، حضرت موسیٰ، حضرت عيسیٰ ۽ حضرت محمدﷺ کي ”اولوالعزم“ (وڏي همت وارا) پيغمبر سڏيو ويندو آهي. جو تہ مالڪِ حقيقي جي راهہ ڏانهن ماڻهن کي سڏڻ جي ڪري ڪين وڏين مشڪلاتن ۽ مصيبتن کي منهن ڏيڻو پيو، ليڪن سندن اٽل ارادي ۽ مضبوط نظرئي ۾ ڪابہ ڪمي ڪين آئي.

## سبق جو خلاصو

سام پُٽ نوح عليہ السلام جي اولاد مان پيدا ٿيل قومن جيڪي مذهب اپنايا تن کي ”سامي مذهب“ چئبو آهي، سامي مذهب بنيادي طور خدا جي اڪيلي هئڻ جا قائل آهن. يهوديت، مسيحيت ۽ اسلام سامي مذهب آهن. ٿنهي مذهبن ۾ خدا جي وحدانيت، نبين جي رسالت، آخرت واري ڏينهن، آخرت کان پوءِ واري زندگيءَ کي مڃڻ توڙي چڱن ڪمن ڪرڻ ۽ سماج ۾ برابري ڪرڻ جهڙين ڳالهين جي هڪ جهڙائي آهي. يهوديت جو بنياد رکندڙ حضرت موسیٰ عليہ السلام، مسيحيت جو پايو رکندڙ حضرت يسوع مسيح ۽ اسلام جو بانيڪار حضرت محمدﷺ آهي. مٿين پيغمبرن کان سواءِ حضرت آدم عليہ السلام، حضرت نوح عليہ السلام، حضرت ابراهيم عليہ السلام، حضرت اسحاق عليہ السلام ۽ حضرت يعقوب عليہ السلام تمام برگزيده ۽ مالڪِ حقيقي جا چونڊيل نبي ٿي گذريا آهن.

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. ڌرتيءَ تي رهندڙ قومن جي اعتبار سان مذهبن جا ڪهڙا قسم آهن؟
2. سامي مذهبن ۾ڪهڙا مذهب شامل آهن؟
3. ”اسرائيل“ ڪنهن جو لقب هو؟
4. حضرت محمد ﷺ نبوت عطا ٿيڻ کانپوءِ ڪيترا سال پوءِ مديني ڏانهن هجرت ڪئي؟
5. حضرت يسوع مسيح کي نبوت ڪڏهن عطا ٿي؟

### (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. حضرت محمد ﷺ نبوت ڪان پوءِ ............ ڏانهن هجرت ڪئي.
2. حضرت ابراهيم عليہ السلام کي بيبي هاجره مان ..................... پٽ ڄائو.
3. حضرت يسوع مسيح جي والده ............ هئي.
4. حضرت موسىٰ عليہ السلام بني اسرائيل کي ............ جي غلامي ڪان نجات ڏياري.
5. آخري نبي حضرت محمد ﷺ ..............ع ۾ مڪي ۾ پيدا ٿيا.

### (ج) صحيح جملي جي سامهون " ✓ " ۽ غلط جملي جي سامهون " X " جي نشاني لڳايو:

| جملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1. حضرت يعقوب عليہ السلام جو فرزند يوسف نبي هو. | | |
| 2. بني اسرائيل جي معنيٰ " اسرائيل جو اولاد" آهي. | | |
| 3. حضرت نوح عليہ السلام جو لقب "آدم ثاني" آهي. | | |
| 4. اسحاق عليہ السلام ۽ اسماعيل عليہ السلام حضرت ابراهيم عليہ السلام جا پائر هئا. | | |
| 5. حضرت آدم عليہ السلام جي وقت دنيا ۾ تمام وڏو طوفان آيو. | | |

## استاد لاءِ سرگرمي

* استاد شاگردن ۽ شاگردياڻين کي سامي مذهبن جي اهم پيغمبرن جا نالا ۽ انهن جي عمر جو چارٽ ناهي اچڻ لاءِ چون.
* شاگردن ۽ شاگردياڻين کي سامي مذهبن جي عبادت گاهن ۽ پيغمبرن جي رهائش وارين جاين جا ڦوٽو نقشن جي مدد سان سمجهائي ۽ ڪاپيءَ تي هٽي اچڻ لاءِ چوي.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| مذهب | ڌرم، زندگي گذارڻ جو طريقو |
| فضيلت | مرتبو، مانُ |
| بانيڪار | بنياد رکندڙ، ابتدا ڪندڙ |
| رضا | راضي ٿيڻ، خوش ٿيڻ |
| توحيد | اڪيلو سمجهڻ |
| بعثت | نبوت ملڻ |
| ورغلائڻ | ٺڳڻ، دوکو ڏيڻ |
| ثاني | ٻيو |
| عطا ڪيو | انعام طور ڏنو |
| فائز ٿيڻ | مقرر ٿيڻ |
| هم ڪلام ٿيڻ | ڳالهه ٻولهه ڪرڻ |
| تڪميل | پورائو |
| احڪام | حڪم جو جمع، فرمانُ |

# سامي مذهبن جو تفصيلي تعارف

مذهب انسان کي هن ڌرتيءَ تي گڏجي رهڻ، پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان بهترتعلق قائم ڪرڻ ۽ معاملن کي سهڻي نموني نڀائڻ سيکاري ٿو. مڙئي مکيہ مذهب هڪ اعليٰ هستيءَ ۾ يقين رکڻ سيکارين ٿا، جيڪا هن ڪائنات کي پيدا ڪندڙ آهي. ڪائنات جي هر ڪک پن ۾ سندس ئي قدرت ڪارفرما آهي. وڻ ٽڻ، ٻوٽا، فصل ۽ پوکون، اناج جا مختلف قسم، گل ڦل ۽ ميوا، پکي پکڻ، مينهون، رِڍون، ٻڪريون، اُٺ، گهوڙا ۽ انسان کي فائدو ڏيندڙ هڙئي جانور ان هستيءَ پيدا ڪيا آهن جن مان ڪي انسان جي غذا بنجن ٿا ته ڪي سواريءَ جي ڪم اچن ٿا.

سڀني مذهبن جا مڄڻ وارا ان ڳالھ ۾يقين رکن ٿا ته مالڪِ حقيقي سڀني انسانن تي هڪ جهڙو مهربان آهي،اهو ئي سڀني کي رزق عطا ڪري ٿو. مذهبن جي انسان کان اها گهُر آهي ته اهي پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي جان ۽ مال جو احترام ڪن. هڪ ٻئي سان سهڻي هلت هلن ۽ معاملن توڙي ڏيتي ليتيءَ ۾ انصاف کي قائم رکن.

هن باب ۾ يهودي مذهب، مسيحي مذهب ۽ مذهب اسلام جي تفصيلي تعارف سان گڏ انهن جي باني‌ڪارن، بنيادي عبادتن، تعليم ۽ مقدس ڪتابن بابت ڄاڻ ڏني وئي آهي.

# يهودي مذهب

**سکيا جي حاصلات**

- يهوديت جي تاريخ مختصر بيان ڪري سگهندا.
- يهوديت جي ٽن عقيدن کي بيان ڪري سگهندا.
- مقدس ۽ ٻين ڪتابن جا نالا ٻڌائي سگهندا.
- ڄاڻندا ته قبالا، تورات جو اهم حصو سمجهيو وڃي ٿو.
- تورات ۽ تالمود جي اهميت سمجهي سگهندا.
- ٻارهين صديءَ جي استاد ميمونائڊس جي يهودي عقيدي جي تيرهن اصولن کان واقف ٿي سگهندا.

## تعارف

يهودي مذهب دنيا جي قديم مذهبن مان هڪ آهي. هن مذهب جا مڃيندڙ هڪ خدا جي وجود تي ويساهه رکن ٿا. جڏهن ته بني اسرائيل کي وڏي مرتبي واري قوم مسيح موعود کي نجات ڏيندڙ ۽ آخرت ۾ جزا سزا کي مڃڻ سندن اهم عقيدا آهن. يهودين کي بني اسرائيل ان ڪري چيو ويندو آهي، جو اهي حضرت ابراهيم عليه السلام جي پوٽي ۽ حضرت اسحاق عليه السلام جي پٽ حضرت يعقوب عليه السلام جي نسل مان آهن. عبراني زبان ۾ حضرت يعقوب عليه السلام جو نالو اسرائيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي الله جو ٻانهو. وري الله تعاليٰ انهن جي سڌاري لاءِ حضرت موسيٰ عليه السلام کي موڪليو، جنهن ان قوم کي مصر جي فرعون جي غلاميءَ کان ڇوٽڪارو ڏياريو. حضرت موسيٰ عليه السلام وڏي عظمت وارو پيغمبر هو جيڪو هن مذهب جو باني آهي.

## مقدس ڪتاب

### تورات

حضرت موسيٰ عليه السلام چاليهه ڏينهن طور جبل تي رهيو، ان دوران کين آسمان تان خدا جا حڪم مليا. جن کي تورات سڏجي ٿو.

### تالمود

هي يهودي شريعت جو ٻيو اهم ماخذ آهي، هي مذهبي احڪامن ۽ انبيائن جي اقوال ۽ قانونن تي مشتمل آهي، تالمود جا ٻه حصا آهن: مشنيٰ ۽ جماره. حضرت موسيٰ کي ڪي ڳالهيون الهام ڪري سمجهايون ويون جن کي زباني شريعت چئبو آهي، زباني شريعت جي تعليم حضرت موسيٰ، حضرت يوشع ۽

حضرت هارون کي ڏني، حضرت يوشع انهن قانونن جي بني اسرائيل جي اهم سردارن کي تعليم ڏني، پوءِ هي سلسلو سيني بہ سيني روايت ٿيندو رهيو ۽ ٻي ۽ ٽين صدي عيسويءَ تائين اچي پهتو، ۽ پوءِ تالمود جي نالي سان ڪتاب جي شڪل ۾ آيو.

## قبالا

عبراني ٻوليءَ ۾ ”قبالا“ جي معنيٰ قبول ڪرڻ آهي. تورات جي اها باطني تشريح ۽ وضاحت جيڪا يهودي سماج ۾ زباني نموني هلندي رهي ان جي مجموعي کي ”قبالا“ سڏيو وڃي ٿو.

## 12صدي جي استاد ميمونائڊس جي يهودي عقيدن جا 13 اصول

آءُ ڀرپور اعتماد سان ايمان رکان ٿو تہ:

- تمام مخلوقات جيڪا پيدا ٿي آهي يا ٿيندي ان جو خالق هڪ ئي آهي. اهو سڀ ڪجهہ اڪيلو ئي پيدا ڪري ٿو ان جو ئي نالو برڪت ڀريو آهي.
- خالق جو نالو برڪت وارو آهي، هو يڪتاآهي ان جي يڪتائيءَ وانگر ڪنهن بہ طرح ڪابہ يڪتائي ناهي، اهو ئي اسان جو اڪيلو خدا آهي، جيڪو هيو،آهي ۽ رهندو.
- خالق جو ڪو بہ جسم نہ آهي، ۽ هو ڪنهن بہ جسماني مادي ڪان متاثر نہ ٿيندو آهي، ۽ ڪير بہ ان جو موازنو نہ ٿو ڪري سگهي.
- خالق جو نالو مبارڪ آهي ۽ اهو ئي اول ۽ آخر آهي.
- خالق، جنهن جو نالو برڪت وارو آهي صرف ان جي ئي عبادت ڪرڻ جائز آهي، ان کان علاوه ڪنهن جي بہ عبادت نہ ڪئي ويندي.
- نبين سڀني جون سڀئي ڳالهيون سچ آهن.
- اسان جي نبي حضرت موسيٰ عليہ السلام جي پيشگوئي سچ هئي، ۽ اهو سڀني نبين جو ابو هو جيڪي ان کان اڳ هئا ۽ ان کان پوءِ ايندڙ سڀني ماڻهن جو بہ ابو آهي.
- اسان کي ملندڙ ڪتاب تورات آهي جيڪو حضرت موسيٰ عليہ السلام کي ڏنو ويو هو سدا سلامت رهي.
- جيڪو تورات آهي ان کي خالق جي طرفان ڪنهن ٻئي شي سان تبديل نہ ڪيو ويندو، ان ۾ ڪا بہ تبديلي نہ ڪئي ويندي، ان جو ئي نالو مبارڪ رهي.

- خالق جنهن جو نالو برڪت وارو آهي، اهو هر انسان جي هر عمل کي ڄاڻي ٿو، ان سان گڏوگڏ سندن سيني سوچن کي بہ ڄاڻي ٿو جيئن چيو ويو هو ”جنهن انهن سيني جي دلين کي پيدا ڪيو آهي ۽ انهن جي ئي سيني افعالن جو خيال رکندو آهي.“
- برڪت ڀريو آهي اهو شخص جيڪو ان جي احڪامن جي پابندي ڪري ٿو ۽ جيڪو سندس احڪامن کي نہ ٿو مڃي انهن سيني کي سزا ڏيندو آهي.
- مسيحا ايندو ، روزانو مان ان جي انتظا ر ڪندو رهندس تہ اهو ايندو.
- مُردن کان ئي قيامت برپا ٿيندي، خالق جو نالو مبارڪ هجي ۽ ان جو نالو هميشہ لاءِ بُلند رهندو.

## حضرت موسيٰ عليہ السلام

**سکيا جي حاصلات**

- ”موسي“ لفظ جي معنيٰ ٻڌائي سگهندا.
- حضرت موسيٰ عليہ السلام جي ننڍپڻ کان جبل طور تي خدا جي ديدار ٿيڻ تائين مختصر حالات بيان ڪري سگهندا.
- بيان ڪري سگهندا تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام عظيم پيغمبر هو.
- ”احڪامِ عشره“ ترتيب سان لکي سگهندا.
- حضرت موسيٰ عليہ السلام جي احڪام عشره ۽ تعليمات جي اصلاحي ۽ اخلاقي پهلوئن بابت ڄاڻي سگهندا.
- ڄاڻي سگهندا تہ قرآن شريف ۾ سڀ کان وڌيڪ تذڪرو حضرت موسيٰ عليہ السلام جو آيو هو.
- يهوديت ۾ مالڪِ حقيقي جي وحدانيت واري عقيدي کي بيان ڪرڻ لائق ٿيندا.

عبراني زبان ۾ ”مو“ معنيٰ پاڻي ۽ ”شي“ جي معنيٰ ”ڪا شيءِ“ آهي، تنهن ڪري ان جي معنيٰ ”پاڻيءَ مان نڪتل“ ٿي، جيڪو لفظ پوءِ ”موسيٰ“ مشهور ٿيو.

حضرت موسيٰ عليہ السلام جي حالاتِ زندگي بابت قرآن شريف ۾ تفصيلي ذڪر ڪيو ويو آهي، جنهن مطابق 136 دفعا سندس نالو لکيل آهي، جيڪو ٻين سڀني نبين کان وڌيڪ بيان ٿيل آهي.

حضرت موسيٰ عليہ السلام جي ولادت وقت مصر ۾ رعمسيس ثاني فرعون نالي بادشاهہ هو. جنهن کي نجومين ڊپ ڏنو تہ بني اسرائيل ۾ هڪ ٻارپيدا ٿيڻ وارو آهي، جيڪو تنهنجي بادشاهت ختم ڪندو. ان سبب فرعون بني اسرائيل جا نوان ڄمندڙ ٻار قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

جڏهن حضرت موسيٰ عليہ السلام جي ولادت ٿي تہ الله تعاليٰ سندس

والده يوڪابد جي دل ۾ خيال وڌو تہ هڪ صندوق ۾ وجهي ٻار کي نيل درياھ ۾ لوڙهي ڇڏ. موسيٰ کي هارون ۽ مريم نالي ڀاءُ ڀيڻ هئا. ماءُ ٻار کي صندوق ۾ لوڙهڻ سان گڏ سندس ڀيڻ مريم کي صندوق تي نظر رکڻ جو بہ چيو.
جيڪا درياھ ڪناري صندوق سان هلندي رهي نيٺ صندوق سڌي فرعون جي محل سان اچي لڳي. صندوق مان ٻار کي ڪڍي فرعون آڏو پيش ڪيو ويو، جنهن کيس قتل ڪرڻ گهريو، پر سندس گهر واريءَ آسيہ کيس چيو: هي ٻار منهنجي ۽ تنهنجي اکين جو ٺار آهي، ان کي قتل نہ ڪرايو.
حضرت موسيٰ عليہ السلام محل ۾ وڏي وڏو ٿيو، پر هو مصرين جي هٿان بني اسرائيل تي ٿيندڙ ظلم ڏسندو تي رهيو. حضرت موسيٰ هڪ ڏينهن هڪ مصريءَ کي ڏٺو جيڪو ڪنهن اسرائيليءَ کي ماري رهيو هو، اسرائيليءَ کي بچائيندي سندس هٿان ان مصريءَ جو قتل ٿي ويو، ڳالهہ حاڪمن تائين پهتي تہ گرفتاريءَ کان بچڻ لاءِ هو مصر ڇڏي مَدَيَن ڏانهن روانو ٿي ويو.
مدين ۾ الله جي نبيءَ حضرت شعيب عليہ السلام جي ڌيءَ سان شادي ڪيائين ۽ ڏهہ سال اتي رهڻ کان پوءِ مصر ڏانهن موٽيو. رستي ۾ مقدس وادي طورسينا ۾ مٿس وحي نازل ٿيو ۽ کيس نبوت سان گڏ معجزا ڏنا ويا، جن ۾ بہ وڌيڪ مشهور آهن هڪ لٺ وارو معجزو، جيڪا هو زمين تي ڇڏيندو هو تہ نانگ ٿي پوندي هئي، هٿ مٿي ڪري ڏيکاريندو هو تہ سج وانگر روشن ٿي پوندو هو. الله تعاليٰ ٻن تختين تي لکيل ڏهہ احڪام مٿس نازل ڪيا.
حضرت موسيٰ عليہ السلام بني اسرائيل کي فرعون جي غلاميءَ مان آزاد ڪرايو. کين صحراءِ سينا ۾ آڻي رهايائين. خدا جي حڪمن جي نافرماني ڪرڻ جي ڪري چاليهہ سال بني اسرائيل تيهہ جي ريگستان ۾ ڀٽڪندا رهيا. ربيائي يهودين مطابق حضرت موسيٰ عليہ السلام 1271 ق.م ڌاري تيهہ ۾ وفات ڪئي. ڪيتروئي عرصو بني اسرائيل صحراءِ سينا ۾ رهيا جتان پوءِ هو موجوده اردن ۽ فلسطين جي علائقن ۾ آباد ٿيا.

## احڪامِ عشره

احڪام، حُڪم جو جمع آهي جنهن جي معنىٰ فرمان آهي. عشره: ڏهن کي چئبو آهي. احڪامِ عشره جي معنيٰ تي ”ڏهه فرمان“. حضرت موسيٰ کي خدا طرفان طور سينا جبل تي جيڪي ”ڏهه فرمان“ مليا اهي هي آهن:

- هڪ خدا کي مڃڻ ۽ صرف ان جي ئي بندگي ڪرڻ.
- عبادت واري ڏينهن بي ڪا جسماني محنت نه ڪرڻ.
- پنهنجي لاءِ ڪا مورتي نه ٺاهيو ۽ نه ان جي عبادت ڪريو.
- ماءُ پيءُ جي عزت ڪر.
- ڪنهن کي قتل نه ڪر.
- زنا نه ڪر.
- چوري نه ڪر
- ڪوڙي شاهدي نه ڏي.
- پاڙيسريءَ جي گهر ۾ لالچ نه ڪر.
- ٻئي جي ڪنهن به شيءِ جي سَڌ نه ڪر.

انهن ڏهن فرمانن ۾ هڪ فرمانبردار پيروڪار لاءِ اَملهه رهنمائي جو درس ڏنل آهي. ڪيس پنهنجي مالڪِ حقيقي سان درست ۽ وفاداري وارو سلوڪ رکڻ گهرجي، صرف ان جي ئي بندگي ڪرڻ سان گڏ پاڻ کي باوقار ۽ مطمئن سمجهندي ان کان سواءِ ٻئي ڏانهن نه واجهائڻ گهرجي، اهڙي طرح ڪيس پنهنجي مٽن مائٽن، دوستن ۽ اوڙي پاڙي سان سني ورتاءَ ڪرڻ جهڙيون خوبيون ڌارڻ جي تلقين ڪئي وئي آهي. انهن ڳالهين تي هلڻ سان ماڻهو بااخلاق ۽ معاشري جو فائديمند فرد بڻجي پوندو.

## خدا جي وحدانيت تي يقين

يهودي الله جي هيڪڙائيءَ ۾ پڪو يقين رکندا آهن. هي يهوديت جو سڀ کان اهم ۽ بنيادي عقيدو آهي. ”توحيد“ ان يقين جو نالو آهي ته الله کان سواءِ ڪوبه عبادت جي لائق ناهي. اهو دائم ۽ هميشه رهڻ وارو آهي، سندس وجود غير مادي آهي، هو اڪيلو ۽ يڪتا آهي ۽ اهو سڀ شيءِ جي ڄاڻ رکڻ وارو ۽ باخبر آهي.

## سبق جو خلاصو

يهوديت دنيا جي قديم مذهبن مان هڪ آهي. جيڪو مالڪِ حقيقي جي وحدانيت جي پرچار ڪري ٿو. حضرت موسيٰ عليہ السلام هن مذهب جو بانيڪار آهي. تورات، تالمود ۽ قبالا يهوديت جا مقدس ڪتاب ليکيا وڃن ٿا. حضرت موسيٰ عليہ السلام مصر ۾ سالن کان غلام بڻيل قوم بني اسرائيل کي فرعون جي غلاميءَ مان آزادي ڏياري.

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. يهوديت جا بنيادي عقيدا ڪهڙا آهن؟
2. قبالا ڇا آهي؟
3. ”بني اسرائيل“ جي معنيٰ ڇا آهي؟
4. فرعون بني اسرائيل جي ٻارن کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڇو ڏنو؟
5. حضرت موسيٰ عليہ السلام کي ڪهڙا معجزا عطا ٿيا هئا؟

### (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. يهوديت بني اسرائيل جو ..................... مذهب آهي.
2. حضرت موسيٰ عليہ السلام ............... جي ڌيءُ سان شادي ڪئي.
3. حضرت موسيٰ عليہ السلام کي سندس ماءُ .............. ۾ وجهي درياءَ ۾ لوڙهي ڇڏيو.
4. يهودين جو سڀ کان اهم ڪتاب.............. آهي.
5. حضرت موسيٰ عليہ السلام .............. ق.م ڌاري وفات ڪئي.

(ج) صحيح جملي جي سامهون " ✓ " ۽ غلط جملي جي سامهون "X" جي نشاني لڳايو:

| جملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1. مصر جي بادشاھ کي وزير اعظم چئبو هو. | | |
| 2. تالمود اسلام جو مقدس ڪتاب آهي. | | |
| 3. يهودي الله جي هيڪڙائي ۾ يقين رکندا آهن. | | |
| 4. حضرت موسيٰ عليہ السلام جڏهن لٺ اڇليندو هو تہ ڪبوتر ٿي پوندي هئي. | | |
| 5. حضرت موسیٰ عليہ السلام کي تورات جبل اُحد تي مليو. | | |

## استاد لاءِ سرگرمي

* استاد شاگردن ۽ شاگردياڻين کي يهودي مذهب بابت تصويرن ۽ پاور پوئنٽ پروگرام ذريعي ڄاڻ ڏئي.
* شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ان مذهب جي اهم نشانن، مقدس ڪتابن ۽ مذهبي جاين جا فوٽو ڪاپيءَ تي هڻي اچڻ لاءِ چوي.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ويساھ | ڀروسو، اعتبار |
| ماخذ | حوالو، بنيادي ڪتاب |
| الهام | الله جو خاص پيغام جيڪو ڪنهن بزرگ مٿان لهي |
| باطني تشريح | اندروني سمجهاڻي |
| نازل ٿيڻ | لهڻ |
| سڌ | خواهش |
| يڪتا | يگانو، منفرد |

# مسيحي مذهب

- ڄاڻي سگهندا تہ مسيحيت ڪڏهن ۽ ڪٿان ڪان شروع ٿي.
- سڪندا تہ مسيحيت ڀين علائقن تائين ڪيئن پکڙي.
- مسيحي عقيدي ڪي سمجهي سگهندا.
- مقدس ڪتابن جا نالا بيان ڪري سگهندا.
- عهدنامہ جديد ۽ عهدنامي قديم جو فرق بيان ڪري سگهندا.
- جيمس بادشاهہ جي بائيبل واري نسخي (KJV) بابت ڄاڻي سگهندا.
- ڄاڻندا تہ KJV نسخو پهريون دفعو ڪڏهن شايع ٿيو ۽ ان جا ڪيترين ٻولين ۾ ڇاپا آيا آهن.
- مقدس بائيبل جي اخلاقي ۽ اصلاحي نوعيت جي وضاحت ڄاڻي سگهندا.

## تعارف

آباديءَ جي لحاظ ڪان هيءُ دنيا جو وڏي ۾ وڏو مذهب آهي. هي مذهب بہ سامي مذهبن مان هڪ آهي، هن مذهب جا مڃيندڙ مسيحي سڏبا آهن. مسيحين جي مذهب جو محور حضرت يسوع مسيح جي ذات آهي. شروعاتي دور ۾ مسيحيت کي حضرت يسوع مسيح جي ٻارهن رسولن ڦهلايو، ان ڪان بعد چوٿين صدي ۾ مختلف ملڪن طرفان سرڪاري مذهب قبول ٿيڻ ۽ مسيحي مشنرين جي ڪوشش سان هي مذهب دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين ڦهلجي ويو. مسيحيت ۾ ”ڪيٿولڪ“ ۽ ”پروٽيسٽنٽ“ گروهہ ان کي ڦهلائڻ لاءِ مشهور آهن.

سندن چوڻ آهي تہ خدا ٽن جو مرڪب آهي، پيءُ، پٽ ۽ روح القدس. پيءُ مان مراد خدا جي ذات آهي. پٽ مان مراد خدا جو ڪلام آهي، جيڪو جسماني صورت ۾ حضرت يسوع مسيح جي شڪل ۾ زمين تي آيو ۽ انسانن جي نجات جو سبب بڻيو. روح القدس مان مراد پاڪ روح آهي جنهن کي ”تثليث“ جو عقيدو چيو وڃي ٿو.

## مقدس ڪتاب

### بائيبل

بائيبل لفظ جي يوناني ٻوليءَ ۾ معنيٰ ”ڪتابَ“ آهي.

بائيبل ٻن حصن تي مشتمل آهي: عهدنامہ قديم ۽ عهدنامہ جديد. عهدنامہ قديم مٿان يهودي ۽ مسيحي برابر يقين رکندا آهن. ۽ ان کي پنهنجو مقدس ڪتاب مڃيندا آهن.

بائيبل جو ٻيو حصو عهدنامہ جديد خالص مسيحين وٽ مجيل ڪتاب آهي، جنهن ۾ يهودي يقين نہ رکندا آهن، هن ڪتاب ۾ مسيحين جا ابتدائي عقيدا، حضرت يسوع مسيح ؑ ان کان پوءِ جا حالات بيان ڪيا ويا آهن، هن ۾ چئن انجيلن سميت ستاويهہ ڪتاب شامل آهن.

### جيمس بادشاهہ وارو بائيبل (KJV): King James Version of Bible

بائيبل جي اصل ٻولي عبراني هئي، جنهن مان ٻين ٻولين ۾ ترجمو ڪيو ويو. انهن مان بادشاهہ جيمس پنجين سال 1611ع ۾ ان جو انگريزي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرايو، جنهن جا هن وقت تائين هڪ هزار کان وڌيڪ ٻولين ۾ ترجما ٿي چڪا آهن.

## حضرت يسوع مسيح

**سکيا جي حاصلات**

- حضرت يسوع مسيح جي زندگي کي مختصر بيان ڪري سگھندا.
- ”انجيل“ جي معنيٰ ۽ ان جو تعداد بيان ڪري سگھندا.
- حضرت يسوع مسيح جي تعليمات جا اخلاقي ۽ اصلاحي پهلو ٻڌائي سگھندا.
- ڄاڻي سگھندا تہ ٽڪريءَ مٿان خطبو ڪهڙو هو ۽ اهو ڪهڙي صحيفي (انجيل) ۾ ملي ٿو.
- ٽڪريءَ مٿان خطبي جا مکيہ نڪتا بيان ڪري سگھندا.
- لفظ ”پيرابل“ جي وضاحت ڪري سگھندا.
- نيڪ سامري جي تمثيلي ڪهاڻي بيان ڪري سگھندا.
- ڄاڻندا تہ ”نيڪ سامري“ ڪنهن کي چئجي ٿو.
- ڄاڻندا تہ وڏي ۾ وڏو حمديہ گيت ڪهڙو آهي.

پاڻ معجزاتي طور بغير پيءُ جي فلسطين جي شهر ”بيت لحم“ ۾ ڄاوا هئا. سندن والده بيبي مريم هڪ پاڪيزه ۽ برگزيده عورت هئي. پاڻ بنيادي تعليم ۽ مذهبي عبادت گھر ۾ ئي سکيا هئا. مقدس ڏينهن ”سبت“ يعني ڇنڇر جي مجلسن ۾ باقاعدگيءَ سان شريڪ ٿيندا رهندا هئا. ان وقت جي مذهبي رهنمائن جي عادت جي برخلاف مذهبي تعليم عام فهم انداز سان ڏيندا هئا. حضرت يسوع مسيح کي بيت المقدس ۾ يهودين هٿان ٿيندڙ بد اعمالين تي گهڻي ڳڻتي هئي. پاڻ انهن تي اڪثر تنقيد ڪندا رهندا هئا. ٽيهن ورهين جي عمر ۾ مٿن وحي نازل ٿيڻ شروع ٿي ۽ کين پيغمبريءَ جي منصب سان نوازيو ويو. الله تعاليٰ کيس گهڻئي معجزا عطا ڪيا.

پاڻ مئلن کي خدا جي حڪم سان جيئرو ڪندا هئا. نابينن کي هٿ ڦيرڻ سان بينا ڪري ڇڏيندا هئا ۽ بيمارن کي هٿ لائڻ سان شفا ڏيندا هئا.

سندن دعوت تي ٻارهن ماڻهو سندن خاص شاگرد ٿيا، جن کي حواري سڏيو ويندو آهي، انهن حضرت يسوع مسيح جي تعليمات کي جمع ڪيو جنهن کي "**انجيل**" سڏيو وڃي ٿو، جنهن جي لفظي معنيٰ "**بشارت**" يا "**خوشخبري**" آهي. ان جا "**چار انجيل**" مشهور آهن: **انجيل متي، انجيل مرقس، انجيل لوقا ۽ انجيل يوحنا**. حضرت يسوع مسيح جي تعليمات کان يهودين خطرو محسوس ڪيو، جڏهن پاڻ يروشلم ۾ آيا ته کين يهودين گرفتار ڪيو، ڪاهنن جي سردار آڏو ڪيس مناظري لاءِ به پيش ڪيو ويو، پر اتي موجود يهودي عالمن کين واجب القتل قرار ڏنو. مسيحين جو چوڻ آهي ته ان کان پوءِ يهودين کين صليب تي لٽڪائي ڇڏيو ۽ ٽن ڏينهن کان پوءِ حضرت يسوع مسيح ٻيهر زنده ٿي موٽي آيا ۽ پوءِ الله تعالىٰ کين آسمان تي کڻي ورتو ۽ هيءَ عظيم قرباني ان انساني نسل کي حضرت آدم عليہ السلام ۽ بيبي حوا جي گناهہ کان پاڪ ڪرڻ لاءِ ڏني، جنهن گناهہ جو بار کڻي هر انسان پيدا ٿيندو آهي. ان بنياد تي کين نجات ڏيندڙ به سڏيو ويندو آهي. پاڻ ماڻهن کي ٻڌايائون ته مالڪِ حقيقي طرفان آءٌ هدايت جو پيغام کڻي آيو آهيان.

## ٽڪريءَ مٿان خطبو

حضرت يسوع مسيح نبوت ملڻ کان پوءِ هڪ دفعي ڪفر نحوم/جليل نالي ڳوٺ ۾ آيو ۽ هڪ ٽڪريءَ تي بيهي ماڻهن کي خطاب ڪيائين، جنهن ۾ ڪين پنهنجي ذات کي سڏارڻ، ٻين سان نرم رويو رکڻ ۽ سڀني انسانن سان نيڪي، ڀلائي ۽ همدردي سان هلڻ جي پارت ڪئي. ان کي ”پهاڙي وارو وعظ“ ٻه چوندا آهن. جنهن جو تفصيل ”انجيل متي“ ۾ ڏنل آهي. ان جون اهم ڳالهيون هي آهن:

| | |
|---|---|
| -1 | مسيحي مذهب کان پهرين اک جي بدلي اک ۽ ڏند جي بدلي ڏندجي اصول جو رواج هو پر مسيحي مذهب اها اخلاقي تعليم ڏني، ته جيڪو توهان کي ساڄي ڳل تي چماٽ هڻي، ته ان کي ورائي ٻيو ڳل ڏيو. مطلب ته گند سان گند نه ڌوپندو آهي، گار جو جواب گار نه آهي. |
| -2 | جيڪو توکي بيگر ۾ هڪ ڪوهه وٺي وڃي، ته ان سان ٻه ڪوهه هليو وڃ. |
| -3 | جيڪو توکان گهُري، ان کي ڏئي ڇڏ. |
| -4 | پنهنجي پاڙيسريءَ سان محبت ڪر. |
| -5 | پنهنجي دشمن سان محبت ڪر ۽ جيڪو توکي ستائي ٿو، ان لاءِ دعا ڪر. |
| -6 | پنهنجي لاءِ زمين تي مال گڏ نه ڪر، ڇو جو ان کي ڪينئون ۽ ڪَٽ خراب ڪري ٿو. پنهنجي لاءِ آسمان تي مال گڏ ڪر، اُتي نه ڪينئون نه ڪَٽ ۽ نه چور، جيڪو مال چورائي. |
| -7 | بدن جو ڏيئو اک آهي، جيڪڏهن پنهنجي اک درست آهي، ته سڄو بدن روشن هوندو. جيڪڏهن اک خراب آهي، ته سڄو بدن اونداهو آهي. |
| -8 | ٻين جا عيب ڳولهڻ کان اڳ پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ڏس. |
| -9 | سڀني انسانن سان محبت ۽ قرباني، رحم دلي ۽ همدرديءَ سان پيش اچ. |
| -10 | رياڪاري نه ڪر. |
| -11 | نفس کي سڌار. |
| -12 | جهڙو پوکيندين تهڙو لڻندين. |
| -13 | نيڪ ڳالهين تي عمل ڪرڻ ۾ ڪاميابي آهي. |

# نيڪ سامري جي تمثيلي ڪهاڻي

انگريزي لفظ ”پيرابل“ جي معنيٰ آهي ”تمثيلي آڪاڻي“ جنهن ۾ ڪنهن شيءِ جي سمجهاڻي آڪاڻي ذريعي ڏني ويندي آهي. هڪ ڏينهن ڪنهن ماڻهو حضرت يسوع مسيح کان پڇيو ته آءٌ ابدي زندگي ڪيئن ٿو حاصل ڪري سگهان؟

حضرت يسوع مسيح کيس هڪ تمثيلي آڪاڻي ٻڌائي ته: هڪ واپاري رستي تان وڃي رهيو هو ته کيس ڪجهه ڦورو زخمي ڪري هن جو سڀو مال اسباب ڪٽي ويا. هو رستي جي پرسان زخمن ۾ چور، سور جي ڪري تڙپندو رهيو. ڪيئي ماڻهو سندس پرسان گذريا جنهن ۾ لاوي، ڪاهن ۽ ٻيا ڪيترائي ماڻهو شامل هئا پر ڪنهن به سندس مدد نه ڪئي. اتفاق سان اتان سامري جو گذر ٿيو. جڏهن هن جي زخمي ٿيل امير واپاري تي نظر پئي ته هو سندس حالت تي رحم ڪائي ان جي مرهم پٽي ڪرڻ لڳو، زخمن کي صاف ڪري پٽي ٻڌي کيس ڪلهي تي کڻي هڪ سراءِ ۾ ويو. ٻه ٽي ڏينهن پنهنجي گهران خرچ ڪري ان جي تيمارداري ڪيائين پوءِ ڪنهن ڪم سانگي کيس پري وڃڻو هو تنهنڪري هن سراءِ جي مالڪ کي ڪجهه پئسا ڏنا ۽ چيو هن مريض جي خدمت چاڪري ڪندو رهه. آءٌ جڏهن موٽي ايندس ته وڌيڪ ٿيل خرچ جا پئسا هوندا ته اهي ڏيندس.

حضرت يسوع مسيح اهو مثال ڏيئي چيو ته تون به انهيءَ ”نيڪ سامري“ وانگر ڏکويلن جي خدمت ڪر ته جنت جو حقدار ٿي ويندين ۽ تو کي ابدي زندگي حاصل ٿي ويندي.

## سبق جو خلاصو

آباديءَ جي لحاظ کان مسيحيت دنيا جو وڏو مذهب آهي. حضرت يسوع مسيح ان جو باني آهي ۽ پيروڪار مسيحي سڏبا آهن. حضرت يسوع مسيح خدا جي خاص قدرت سان بغير پيءُ جي بيت لحم شهر ۾ پيدا ٿيا، ٽيهن ورهين جي ڄمار ۾ کيس نبوت ملي، پاڻ يهودي مذهب کي جيارڻ لاءِ ماڻهن کي سمجهائيندا رهيا پر انهن کيس پنهنجي لاءِ دشمن ٿي سمجهيو. نبوت ملڻ بعد ٽڪريءَ مٿان خطبو ۽ سامريءَ جي مثالي ڪهاڻي سندس اهم نصيحتون آهن. کيس بائيبل هدايتن وارو ڪتاب مليو.

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. بائيبل بابت اوهين ڇاٿا ڄاڻو؟
2. حضرت يسوع مسيح جي ولادت ڪٿي ٿي؟
3. حضرت يسوع مسيح جي ٽڪريءَ واري خطبي جون ڪي ٻه ٽي نصيحتون لکو.
4. ”تثليث“ جو مطلب ڇا آهي؟
5. نيڪ سامريءَ جي ڪهاڻي مان ڪهڙو سبق ملي ٿو.

## (ب) هيٺيان خال پريو:

1. حضرت يسوع مسيح جي خاص شاگردن کي .................... سڏبو آهي.
2. پنهنجي پاڙيسري سان ......... ڪر.
3. نبي اهو هوندو آهي جنهن تي .............. نازل ٿئي.
4. بائيبل .............. حصن تي مشتمل آهي.
5. حضرت يسوع مسيح ٻيهر زنده ٿيڻ کان پوءِ ......... ڏانهن ويو.

## (ج) صحيح جملي جي سامهون " ✓ " ۽ غلط جملي جي سامهون "X" جي نشاني لڳايو:

| جملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1. حضرت يسوع مسيح هڪ مهيني کان پوءِ ٻيهر زنده ٿيو. | | |
| 2. پاڻ خدا جي حڪم سان مئلن کي زنده ڪندا هئا. | | |
| 3. ڍنڍ ڪناري پاڻ ڏاچيءَ تي ويهي خطاب ڏنائون. | | |
| 4. مسيحين جي عبادت جي جاءِ گرجا گهر آهي. | | |
| 5. مسيحيت جو باني حضرت ابراهيم عليہ السلام آهي. | | |

### استاد لاءِ سرگرمي

* استاد شاگردن ۽ شاگردياڻين کي مسيحي مذهب بابت تصويرن ۽ پاور پوئنٽ پروگرام ذريعي ڄاڻ ڏئي.
* شاگردن ۽ شاگرياڻين کي مسيحي مذهب جي اهم نشانن، مقدس ڪتابن ۽ مذهبي جاين جا فوٽو ڪاپيءَ تي هٽي اچڻ لاءِ چوي.

| نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ | |
|---|---|
| لفظ | معنيٰ |
| خالص | نج |
| بيگر | بغير اجوري وارو ڪم |
| تنقيد | نڪتہ چيني |
| مناظرو | بحث مباحثو |
| منسوخ | ختم، رد |
| حمد خواني | الله تعاليٰ جي واکاڻ ڪرڻ |
| موعود | جنهن جو واعدو ڪيو ويو |
| مطلق | ڪامل |
| مِشنري | تبليغي |

# مذهب اسلام

- مذهب اسلام بابت ڄاڻي سگهندا.
- لفظ "اسلام" جي صحيح/سچي اهميت کي سمجهي سگهندا.
- اسلام جي ظهور ۽ پکڙجڻ جي تاريخ مختصر ڄاڻي سگهندا.
- ڄاڻندا ته قرآن شريف اسلام جو عربيءَ ۾ لکيل پاڪ ڪتاب آهي. جيڪو الله تعاليٰ طرفان حضرت محمد ﷺ تي نازل ٿيو.
- لفظ قرآن جي معنيٰ ٻڌائي سگهندا.
- ڄاڻندا ته سيئي سورتون ڪهڙي مرڪزي خيال جي چوڌاري ڦرن ٿيون.
- اسلام جا بنيادي اصول بيان ڪري سگهندا.

"اسلام" لفظ جي معنيٰ آهي سلامتي. اسلام امن ۽ سلامتيءَ جو مذهب آهي،جنهن جا "توحيد" ۽ "رسالت" بنيادي عقيدا آهن الله کان سواءِ ٻي ڪنهن به شيءِ جي عبادت اسلام ۾ جائز ڪانهي. حضرت محمد ﷺ کي چاليهن سالن جي عمر ۾ مالڪِ حقيقي نبوت سان نوازيو ۽ حڪم فرمايو ته "ماڻهن کي خدا جي واٽ ڏانهن سڏ ۽ جيڪي انڪار ڪن انهن کي سندس سخت سزا کان ڊيڄار ۽ تون منهنجي رسولن مان آهين." ان کان پوءِ مڪي، طائف ۽ ٻين علائقن ۾ پاڻ ماڻهن وٽ وڃي ڪين تبليغ ڪندا هئا. اهوئي طريقو سندن اصحابن به جاري رکيو مديني جي ماڻهن اسلام قبول ڪري ان کي وڏيڪ ڦهلائڻ ۾ ڀرو ورتو، پاڻ سڳورن ﷺ ٻين علائقن جي بادشاهن کي خط لکي اسلام جي دعوت ڏني، اهڙي نموني عربستان جي مسلمان تاجرن دنيا جي مختلف ملڪن ۾ وڃي پنهنجي سهڻي ڪردار وسيلي اسلام کي ڦهلايو، اهوئي سبب هو جو تمام ٿوري عرصي ۾ اسلام دنيا جي گهڻي رقبي تائين پهچي ويو. اسلام جو بنياد پنجن ڳالهين تي رکيل آهي، جن کي اسلام جا ارڪان سڏبو آهي. 1- ايمان 2- نماز 3- زڪوات 4- روزو 5- حج.

اسلام ۾ عبادت جو مطلب آهي پنهنجي پوري زندگي الله جي اطاعت ۾ گذارڻ. معنيٰ انسان زندگيءَ جي هر شعبي ۾ الله جي حڪمن جي پيروي ڪري، ۽ هر معاملي ۾ سندس رسول جي سکيا جو لحاظ رکي. ان تصور تحت اسلام چند عبادتون: نماز، روزو، حج ۽ زڪوات مقرر ڪيون آهن. البت اهي عبادتون ان تصور کي مضبوط ڪرڻ لاءِ آهن ته انسان کي پوري زندگي الله ۽ سندس رسول جي اطاعت ۾ گذارڻي آهي.

# مقدس ڪتاب

اسلامي تعليم قرآن ۽ حديث تي مشتمل آهي. لفظ ”قرآن“ جي معنيٰ آهي: ”وري وري پڙهيو ويندڙ“. قرآن شريف عربي ٻولي ۾ لکيل آهي جيڪو جبرائيل عليہ السلام ذريعي حضرت محمد ﷺ جي مٿان مختلف حالتن ۽ واقعن مطابق ٿورو ٿورو تي 23 سالن جي عرصي ۾ نازل ٿيو. مسلمان نماز ۽ عبادت جي ٻين موقعن تي قرآن شريف جي تلاوت ڪندا آهن، قرآن شريف انساني رهنمائي جو آخري ڪتاب آهي جيڪو صدين گذرڻ باوجود لکين ماڻهن جي سينن ۾ ياد ۽ لکيل صورت ۾ ورقن ۾ جيئن جو تيئن محفوظ آهي. قرآن شريف 30 پارن ۽ 114 سورتن تي مشتمل آهي. سمورو قرآن شريف سمجهڻ لاءِ نهايت آسان آهي، جنهن ۾ انسانيت جي سڌاري جو درس ڏنل آهي.

# حضرت محمد ﷺ

- اسلام جي آخري نبي حضرت محمد ﷺ جي حياتي بابت مختصر ڄاڻي سگهندا.
- ڄاڻندا تہ حضرت محمد ﷺ خدا جو آخري نبي بڻائي ڇو موڪليو ويو.
- لفظ ”سنت“ جي وضاحت ڪري سگهندا.
- ڄاڻندا تہ حضرت محمد ﷺ جي نبوت وارو مشن ڪڏهن شروع ٿيو.
- پاڻ سڳورن جي فرمان: ”هر سٺو ڪم نيڪي آهي“ کي سمجهي سگهندا.
- سمجهندا تہ حضرت محمد ﷺ خدا جي هيڪڙائي تي پختو يقين رکندڙ هئا.

جڏهن حضرت ابراهيم عليہ السلام مالڪِ حقيقي جي حڪم سان ڪعبة الله تعمير ڪيو تہ ان ڪان پوءِ هڪ دعا گهريائون تہ ”اي مالڪ سائين! هن ويران وسندي کي آباد ڪري ان ۾ پنهنجو نمائندو موڪلجان جيڪو ماڻهن کي پنهنجي هدايت جو پيغام پهچائي، ساڳي نموني حضرت يسوع مسيح بہ پنهنجي قوم کي ٻڌايو تہ مون ڪان بعد مالڪِ حقيقي جو آخري نبي ايندو، جنهن کي ”احمد“ سڏيو ويندو. انهن دعائن ۽ بشارتن جي نتيجي ۾ حضرت محمد ﷺ عرب جي شهر مڪي ۾ 12 ربيع الاول مطابق 22 اپريل 571ع ۾ ڄاوا. سندن ڄمڻ ڪان اڳ ئي سندن والد حضرت عبدالله وفات ڪري ويو. سندن عمر مبارڪ ڇهن ورهين جي ٿي تہ سندن والده حضرت بيبي آمنہ بہ هن فاني جهان مان لاڏاڻو

ڪري وئي. والده جي لاڏاڻي ڪان پوءِ حضرت محمدﷺ پنهنجي ڏاڏي حضرت عبدالمطلب جي پرورش هيٺ رهيو، پر ٻن ورهين ڪان پوءِ ڏاڏو بہ گذاري ويو. ان ڪان پوءِ پاڻ پنهنجي چاچي حضرت ابوطالب جي ڪفالت هيٺ رهيا.

حضرت محمدﷺ جي غير معمولي صفتن جو سندن ٻاراڻيءَ عمر ۾ ئي ظهور ٿي چڪو هو. جنهن ڪري سندن ڏاڏي توڙي چاچي ڪين پنهنجي اولاد ڪان وڌيڪ سمجهي عزت ۽ احترام سان پالنا ڪئي. پاڻ ننڍي هوندي مڪي وارن جون ٻڪريون چاريندا هئا. چاچي جي سهائتا ڪرڻ لاءِ ڪيترا ئي پيرا ساٿس گڏجي ٻاهرين ملڪن ڏانهن واپارءِ تجارت ڪرڻ ويا. پنجويهن ورهين جي عمر ۾ عرب جي مان واري خاتون حضرت خديجة رضي الله عنها سان سندن نڪاح ٿيو. جنهن مان ڪين ٽئن نياڻين ۽ ٻن پٽن جو اولاد ٿيو پر پُٽ ننڍي هوندي ئي وفات ڪري ويا. پاڻ سڳوراﷺ پنهنجي اعليٰ اخلاقن ۽ صداقت ۽ امانت جي ڪري ماڻهن ۾ ”صادق“ ۽ ”امين“ جي لقب سان مشهور ٿيا، ڪين پنهنجي قوم جي غلط عقيدن، جهالت ۽ سماجي نا انصافي جو هميشه اونو رهندو هو.پاڻ ماڻهن کي بت پرستي ڇڏي اڪيلي الله تعالیٰ جي عبادت ڪرڻ ،غريبن ۽ ابوجهن جي مدد ڪرڻ ۽ معاشري ۾ امن سان رهڻ جو درس ڏيندا رهندا هئا. ان ڪان علاوه پنهنجوگهڻو وقت الله جي عبادت ۾ گذاريندا هئا.

جڏهن سندن عمر چاليهہ ورهَہ ٿي تہ پاڻ سڳوراﷺ مڪي شهر ڪان ٻہ ميل پري ”حِرا“ نالي جبل جي هڪ غار ۾ اڪيلا وڃي عبادت ڪندا هئا.هڪ دفعي ”غار حِرا“ ۾ عبادت دوران الله جو خاص فرشتو جبريل عليہ السلام الله جو پيغام (يعني وحي) کڻي حاضر ٿيو. جيڪو مٿن پهريون الهام هو:

”پڙهہ! پنهنجي رب جي نالي سان، جنهن پيدا ڪيو. انسان کي رت جي لوٿڙي مان پيدا ڪيائين. پڙهہ! تنهنجو رب وڏو مهربان آهي جنهن قلم ذريعي سيکاريو. انسان کي اهو سيکاريائين، جيڪو ان نہ ٿي ڄاتو“.

وحيءَ ڪان پوءِ ڪين باقاعده ماڻهن کي خدا جو فرمان پهچائڻ جو حڪم ڏنو ويو تڏهن پاڻ انهن کي سمجهايائون تہ: الله ڪان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق ڪونهي ۽ پاڻﷺ الله جا رسول آهن. دنيا ۾ هر انسان سان نيڪ ۽ بهتر

سلوڪ ڪريو، چو تہ ”هر چڱو عمل نيڪي آهي“، دنيا عارضي آهي انسان کي آخرت جو فڪر ڪرڻ گهرجي. حضرت محمد ﷺ جي ٻڌايل طريقي تي هلڻ کي ”سنت“ چئبو آهي. تيرهن سالن تائين تبليغ ڪرڻ باوجود چند ماڻهن کان سواءِ مڪي جي ٻين قريشين سندن دعوت تي پهريائين ننوليون ڪيون پوءِ سخت ايذائڻ شروع ڪيو، جنهن ڪري الله جي حڪم سان پاڻ سڳورن ﷺ مديني شهر ڏانهن هجرت ڪئي. جتان جي ماڻهن اسلام قبول ڪيو. مڪي جي قريشن حضرت محمد ﷺ ۽ سندن ساٿين سان جنگيون ڪيون، پر الله تعاليٰ کين بري شڪست ڏني ۽ هجرت کان پوءِ اٺن سالن جي مختصر عرصي ۾ حضرت محمد ﷺ پنهنجو اباڻو شهر مڪو فتح ڪيو ۽ پوءِ ٽولن جا ٽولا ماڻهو اسلام ۾ داخل ٿيڻ شروع ٿي ويا.

حضرت محمد ﷺ پنهنجي باقي زندگي مديني ۾ ئي گذاري ۽ اتي هڪ اسلامي رياست قائم ڪري ان لاءِ ”ميثاقِ مدينه“ نالي سان دستور جوڙيو جنهن ۾ مديني جي غير مسلم رهائشين کي بہ برابر جا حق ڏنا ويا. ڏهن سالن تائين پاڻ اسلام جي ڀرپور تبليغ ڪندا رهيا ۽ مديني کي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي اعتبار سان هڪ پُر امن رياست بڻايائون. هجرت جي ڏهين سال ”الوداعي حج“ کان ڪجھ عرصو بعد پاڻ بيمار ٿي پيا. ان بيماريءَ کين نهايت عليل بڻائي ڇڏيو. بالآخر پنهنجي خاص صحابي حضرت ابو بڪر رضي الله عنہ کي پنهنجو جان نشين بڻائي جهانن لاءِ رحمت للعالمين ذات، حضرت محمد ﷺ سومر ڏينهن 63 سالن جي ڄمار ۾ 12 ربيع الاول تي مديني شريف ۾ وفات ڪري ويا.

# ميثاقِ مدينه

سکيا جي حاصلات

- ڄاڻندا ته ميثاقِ مدينہ جو معاهدو ڪڏهن ۽ ڪنهن جي وچ ۾ ٿيو.
- سمجهندا ته ميثاقِ مدينہ جي ناهڻ جو مقصد مديني ۾ گھڻ مذهبي اسلامي رياست قائم ڪرڻ هو.
- سمجهندا ته ان معاهدي مذهبي عقيدن جي آزاديءَ کي يقيني بڻايو.
- ان عهدنامي جي ديباچي جي وضاحت ڪري سگھندا.
- مسلمانن جي بين عقيدن جي ماڻهن سان تعلقات تي روشني وجهندڙ چوندڊ نڪتن جو حوالو ڏئي سگھندا.

لفظ ”ميثاق“ جي معنيٰ معاهدو آهي. جڏهن ته ”مدينه“ سعودي عرب جو مشهور شهر آهي. جڏهن حضرت محمد ﷺ ۽ سندس ساٿي 622ع ڌاري مکي کان هجرت ڪري مديني شريف پهتا ته مديني ۾ ان جي آس پاس رهندڙ مسلمانن، يهودين ۽ بين قبيلن مديني جي امن امان ۽ مضبوطيءَ لاءِ پاڻ ۾ هڪ معاهدو ڪيو هو جنهن کي ”ميثاقِ مدينه“ چيو وڃي ٿو. ان معاهدي ۾ چوونجاهه شرط هئا جن تي معاهدو ڪيو ويو. انهن مان خاص هي آهن:

- مديني جي امن امان قائم ڪرڻ جا سيئي قبيلا ذميدار رهندا.
- مديني مٿان دشمن جي حملي جي صورت ۾ سڀ قبيلا گڏجي مقابلو ڪندا ۽ جنگ جو خرچ گڏجي پورو ڪندا.
- هر فريق کي پوري مذهبي آزادي حاصل هوندي ۽ ڪنهن کي بہ ٻئي جي مذهبي معاملن ۾ مداخلت ڪرڻ جي اجازت نہ هوندي.
- هر مظلوم جي مدد ڪئي ويندي.
- هر هڪ ڌر پنهنجي اندروني معاملن کي نبيرڻ جي پاڻ ذميدار هوندي.
- ڪنهن بہ اختلاف جي صورت ۾ حضرت محمد ﷺ جي فيصلي کي آخري تسليم ڪيو ويندو.
- معاهدي ۾ شامل ٿيندڙ ڌريون مديني منوره کي حرم (يعني امن جي جڳهہ) طور مڃيندا ۽ ان ۾ وڳوڙ نہ ڪندا.
- معاهدي جا سڀ فريق پاڻ ۾ خيرخواهي ۽ ڀلائيءَ جو ورتاءُ ڪندا.
- معاهدي جو ڪوبہ فريق مڪي جي قريشين کي پناهہ نہ ڏيندو.
- ڪوبہ شخص پنهنجي حليف جي ڏوهہ جو ذميوار نہ هوندو.

# خُطبَه حَجَّةُ الوَداع

- حجة الوداع جو ڏينهن ۽ جبل جو نالو ٻڌائي سگهندا.
- حجة الوداع جي خطبي جا مکيہ نکتا بيان ڪري سگهندا.
- وضاحت ڪندا تہ هجرت جو ڏهون سال وڏي اهميت رکي ٿو.
- معلوم ڪري سگهندا تہ خطبہ حجة الوداع ۾ بي مثال اخلاقي ۽ اصلاحي اصول شامل آهي.

حضرت محمد ﷺ پنهنجي وفات کان اٽڪل ٽي مهينا اڳ هجرت جي يارهين سال صحابه سڳورن جي هڪ زبردست قافلي سان مديني شريف مان مکي طرف روانا ٿيا ۽ حج ادا فرمايائون. جيئن تہ سندن حياتي مبارڪ جو اهو آخري حج هو. ان کان پوءِ جلد ئي سندن لاڏاڻو ٿي ويو ان ڪري انهيءَ حج کي ”حجة الوداع“ يعني موڪلاڻيءَ وارو حج سڏيو وڃي ٿو. انهيءَ حج جي ادائيگيءَ دوران ”عرفات“ جي ميدان ۾ 9 ذو الحج واري ڏينهن پاڻ انساني حقن ۽ حقوق العباد بابت هڪ اهم خطبو ڏنائون جيڪو خُطبَه حَجَّةُ الوَداع جي نالي سان مشهور آهي، پاڻ ان خطبي ۾ جيڪي ڳالهيون بيان فرمايائون تن مان اهم ۽ خاص هي آهن:

- اي انسانو! منهنجون ڳالهيون ڌيان سان ٻڌو، شايد هن سال بعد آءٌ اوهان سان هتي نہ ملي سگهان.
- اي انسانو! اوهان سڀني جو پالڻهار هڪ آهي ۽ اوهان سڀني جو پيءُ هڪ آهي. سڀئي آدم جو اولاد آهيو ۽ آدم مٽيءَ مان ٺهيل هو. ياد رکو! ڪنهن عربيءَ کي عجميءَ مٿان ۽ ڪنهن عجميءَ کي ڪنهن عربيءَ مٿان ڪا برتري ناهي، نہ ئي ڪنهن اڇي کي ڪنهن ڪاري مٿان ۽ ڪنهن ڪاري کي ڪنهن اڇي مٿان ڪا برتري حاصل آهي. پر پرهيزگاريءَ ۾ برتريءَ جو اعتبار آهي.
- اوهان لاءِ اوهان جون جانيون ، اوهان جا مال ۽ اوهان جون عزتون اهڙيون ئي عزت لائق آهن جيئن هيءُ شهر مکو، هيءُ حج وارو مهينو ذو الحج ۽ هيءُ ڏينهن نائين تاريخ جو عزت ڀريا آهن.
- عورتن ۽ غلامن بابت الله کان ڊڄو انهن جا حق پورا ڪريو.

## سبق جو خلاصو

لفظ ”اسلام“ سلامتي مان ورتل آهي. الله تعاليٰ کي اڪيلو ڪري مڃڻ، ساڻس ڪنهن کي بہ ڀائيوار نہ سمجهڻ ۽ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم کي الله جو آخري نبي مڃڻ ان جا اهم عقيدا آهن. جڏهن تہ ايمان، نماز، روزو، زڪوات ۽ حج اسلام جا بنيادي رُڪن مڃيا وڃن ٿا.

اسلام جو بنياد رکندڙ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم آهي. چاليهن سالن جي عمر ۾ ڪين آسماني پيغام ملڻ شروع ٿيو. جيڪو ”قرآن“ جي نالي سان مشهور آهي.حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي رهڻي ڪهڻي، عبادت رياضت۽ وعظ نصيحت کي ”حديث“ چيو وڃي ٿو جڏهن تہ سندس ساٿين کي ”صحابي“ سڏجي ٿو. پاڪ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي سيرت پاڪ مان ”ميثاقِ مدينه“ ۽ سندن حجة الوداع واري خطبي ۾ انساني حقن بابت اهم ڳالهيون بيان ٿيل آهن.

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. اسلام جا ارڪان ڪهڙا آهن؟
2. لفظ ”قرآن“ جي معنيٰ ڇا آهي؟
3. جيڪو شخص ياد قرآن پڙهي ان کي ڇا سڏبو آهي؟
4. حضرت محمد صلي الله عليه وسلم ننڍپڻ ۾ ڪهڙو پورهيو ڪيو؟
5. الوداعي خطبي ۾ پاڪ سڳورن صلي الله عليه وسلم سڀ کان مٿاهون ڪنهن کي سڏيو آهي؟

### (ب) هينيان خال پريو:

1. پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم سچائي ۽ ايمان داريءَ جي ڪري .......... ۽ .......... سڏبا هئا.
2. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم مٿان خدا جو پهريون پيغام .............. ۾ نازل ٿيو.
3. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي مڪي کان مديني ڏانهن لڏي وڃڻ کي .............. سڏجي ٿو.
4. پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم .............. لاءِ رحمت للعالمين آهن.
5. پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم .............ڏينهن ........... ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪري ويا.

### (ج) صحيح جملي جي سامهون " ✓ " ۽ غلط جملي جي سامهون "X " جي نشاني لڳايو:

| جملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1. ميثاق جي معنيٰ قانون آهي. | | |
| 2. ميثاقِ مدينه مسيحين ۽ يهودين درميان ٿيو هو. | | |
| 3. حجة الوداع معنيٰ موڪلاڻي واروحج | | |
| 4. اسان سيني جو پالينڊڙ هڪ آهي. | | |
| 5. پاڻ سڳورا صلي الله عليه وسلم جو اباڻو شهر مدينو آهي. | | |

### استاد لاءِ سرگرمي

* استاد شاگردن ۽ شاگردياڻين کي حجة الوداع جي خطبي جون اهم ڳالهين جو چارٽ لکي اچڻ لاءِ چوي.
* شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ان مذهب جي اهم نشانن، مقدس ڪتاب ۽ مذهبي جاين جا فوٽو ڪاپيءَ تي هٽي اچڻ لاءِ چوي.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| اركان | رڪن جو جمع، فرض، ٿنڀ |
| اطاعت | فرمانبرداري، تابعداري |
| ڪتابت | لکت |
| حفظ | ياد ڪرڻ |
| وحي | خاص پيغام جيڪو ڪنهن پيغمبر تي نازل ٿئي |
| عليل | بيمار |
| ڪفالت | سارسنڀال، پالڻ |
| عجمي | غير عربي |
| تاجر | واپاري |
| محفوظ | صحيح سلامت |
| الهام | الله جي طرفان نازل ٿيل |
| حرم | امن جي جڳهه |
| وِڳوڙ | هُل، ڏومر، لُڙ، شور، انتشار |
| حليف | معاهدو ڪندڙ ٻن ڌرين مان هڪ ڌُر |
| رياضت | نفس ڪشي، محنت |

# اخلاقي قدرَ

هر مذهب پنهنجي پوئلڳن کي نيڪي ڪرڻ ۽ برائيءَ کان بچڻ جي هدايت ڪري ٿو. سچائي، وعدو پاڙڻ، وڏن جو ادب ڪرڻ ۽ ٻين جي ڪم اچڻ نيڪيءَ جا ڪم آهن ساڳي نموني ڪوڙ، ظلم، وعدي خلافي ۽ وڏن جي بي ادبي ڪرڻ نهايت بُرا ڪم آهن. اهڙين سنين عادتن کي اپنائڻ ۽ بُرين ڳالهين کان بچڻ کي ”اخلاقي قدُرَ“ چيو وڃي ٿو.

هن باب ۾ اخلاقي قدرن جي سکيا لاءِ جيڪي سبق شامل ڪيا ويا آهن، اهي هي آهن: پاڙيسرين جو احترام، وڏن جو احترام، مذهبن جو احترام، پاڙي کي صاف رکڻ، ٻين جي مدد ڪرڻ ۽ وقت جي اهميت ۽ ان جي پابندي .

انهن سبقن مان هنن ڳالهين تي روشني پوي ٿي: پاڙي وارن، پاڻ کان وڏن، مٽن مائٽن جو بنا بحث ۽ تڪرار جي چيو مڃڻ۽ احترام ڪرڻ ،هڪ مذهب ۽ جدا نظرئي رکڻ واري سان رواداري ۽ بهتر سلوڪ ڪرڻ ۽ عام زندگي ۾ سچائي توڙي ايمانداري واري وهنوار سميت ٻين جي ڪم اچڻ ، آس پاس کي صاف سترو رکڻ توڙي وقت کي منظّم انداز سان مثبت راھ ۾ صَرف ڪرڻ جي تمام گھڻي اهميت آهي.

# پاڙيسرين جو احترام

**سکيا جي حاصلات**

- احساس ڪندا تہ پاڙيسري ضرورت وقت سڀ کان پهرين ڪم اچي ٿو.
- سمجهندا تہ پاڙيسرين درميان باهمي احترام تي مشتمل تعلق سڄي پاڙي کي رهڻ لائق بڻائين ٿا.
- پاڙي ۾ پرسڪون ماحول کي خراب ڪرڻ وارو ڪوبہ ڪم نہ ڪندا.
  مثلاً: بجلي، گئس، پاڻي جي چوري ۽ غلط پارڪنگ.

هڪ شام جو موهن لال پنهنجي اوطاق جي اڳيان ٿلهي تي ڪرسيون رکي اخبار پڙهي رهيو هو تہ سندس پاڙيسري جهامن بہ اُتي اچي ويو. موهن لال پنهنجي پٽ انيل کي سڏ ڪندي پاڻي پيارڻ لاءِ چيو. انيل بہ گلاس ٽِري تي رکي اچي انهن کي پاڻي پياريو. پاڻي پي جهامن، انيل کي چيو، ” پٽ انيل! بازار وڃي پنسارڪي دڪان تان منهنجي لاءِ سنڍ، دالچيني ۽ جائڦل وٺي اچ“. اڄ رات مون کي ڪاڙهو ناهي پيئڻو آهي.

”نہ، مون کي راند ڪيڏڻ لاءِ وڃڻو آهي. اوهين پاڻ وڃي وٺي اچو“. ايئن چئي انيل تڪڙو تڪڙو راند تي هليو ويو.

پاڙيسري جو چيو نہ مڃڻ واري ڳالهہ سندس والد کي پسند ڪو نہ آئي. تنهن ڪري رات جو ماني کائڻ مهل انيل کي سمجهائيندي چيائين تہ، ”پٽ، اوهان پنهنجي پاڙيسري جهامن جو چيو نہ مڃي سنو ڪونہ ڪيو.“

مون سنو ڪيئن نہ ڪيو؟ ڇا آئون راند ڪيڏڻ نہ وڃان ها؟ جهامن پاڻ وڃي بازار مان سامان خريد ڪري آڻي سگهيو ٿي. پنساري تور ۾ گهٽ وڌ ڪري ها يا قيمت وڌيڪ وٺي ها تہ پوءِ آءٌ ماڻهين ان مان تہ اڙجي پوان ها!“ انيل چيو.

پُٽ انيل! ايئن ڪونہ چئبو آهي. پاڙيسري اسان جي گهر جي ڀاتين وانگر آهن. اسان کي انهن جي عزت ڪرڻ گهرجي ۽ انهن جي ڪم اچڻ گهرجي“.

ٻيو تہ سيني مذهبن ۽ ڌرمن ۾ پاڙيسرين جي عزت ڪرڻ جي تمام گهڻي هدايت ڪئي ويئي آهي. پاڙو تہ نبين کي بہ پيارو هوندو هو. وشنو ڀڳوان جو بہ چوڻ آهي تہ:

”توهان سماج مان آهيو. سماج توهان مان نہ آهي. تنهن ڪري توهان سماج لاءِ ڪلياڻ ڪاري (سک ڏيندڙ) بڻجو“.

”بابا سائين! اسان جا پاڙيسري اسان جي لاءِ ڀاتين وانگر ڪيئن ٿيا؟“ انيل پڇڻ لڳو.

ڏس انيل! ڪنهن گهر ۾ اوچتي ڪا رڙ ٿئي ۽ مدد جي لاءِ سڏ ٿئي تہ اُن گهڙي سڀ کان پهرئين پاڙيسري پهچندو آهي. سڳا مائٽ بہ پوءِ پهچندا آهن. اوکي سوکي ۾ پاڙي وارو ئي ڪم ايندو آهي.

ها بابا سائين! هاڻي آءٌ بہ سمجهي ويو آهيان تہ اسان جا پاڙيسري اسان لاءِ مائٽن کان بہ وڌيڪ آهن. انيل چيو.

جڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن نئين پاڙي ۾ رهائش جو ارادو ڪندو آهي تہ ڪنهن جڳهہ خريد ڪرڻ يا مسواڙ تي وٺڻ وقت انهيءَ ڳالهہ کي ڌيان ۾ رکندو تہ اهو پاڙو شريف ماڻهن جو هجي پوءِ هو جاءِ وڌيڪ مسواڙ تي بہ وٺندو. جاءِ جي قيمت بہ پاڙي وارن جي اخلاق ۽ ڪردار تي مدار رکندڙ هوندي آهي. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي بہ سٺي پاڙي لاءِ چيو آهي:

وينــي جنيــن وٽ ڏُڪنـدو ڏُور ٿـئـي،
تـن تـنـيـن سيـن ڪـٽ اوڏا اڏي پـڪـڙا.

پاڙيسري ڏک سک ۾ هڪ ٻئي جا ساٿي آهن. انهن جون خوشيون غميون هڪ جهڙيون هونديون آهن. جيڪڏهن ڪا مصيبت يا قدرتي آفت اچي ٿي تہ سيني پاڙيسرين کي گڏجي انهي کي مُنهن ڏيڻو پوندو آهي. تنهن ڪري اسان تي واجب آهي تہ پنهنجن پاڙيسرين جو دل سان احترام ڪريون. اُهي ڪٽي

کھڙي به مذهب، عقيدي يا ذرم سان تعلق رکندڙ هجن پر پاڙيسري جي حيثيت ۾ اسان کي انهن جي عزت ڪرڻ گهرجي. انهي ڪانسواءِ اسان کي اهڙو ڪوبه ڪم نه ڪرڻ گهرجي جنهن سان پاڙي جو ماحول خراب ٿئي. اسان کي گئس، بجلي، پاڻي جي چوري نه ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجي گاڏين کي غلط جڳهه تي نه بيهارڻ گهرجي.

”نيڪ آهي بابا سائين! هاڻي مون کي اهو احساس ٿي ويو آهي ته اسان جا پاڙيسري اسان لاءِ پائرن جهڙا آهن. آئون وعدو ٿو ڪريان ته آئنده آءُ پنهنجن پاڙيسرين جو احترام ڪندس ۽ ضرورت مهل انهن جي مدد ڪندس“. انيل پُرعزم انداز سان چيو.

## سبق جو خلاصو

هڪ شام جو موهن لال جي اوطاق تي آيل هڪ پاڙيسري هن جي پٽ انيل کي بازار مان پنسارڪو سامان آڻڻ لاءِ چيو پر انيل انڪار ڪري ڇڏيو ۽ راند ڪرڻ لاءِ هليو ويو. اها ڳالهه هن جي پيءُ کي ڪونه وڻي.

رات جو انيل کي سندس پيءُ پاڙيسرين جي عزت ڪرڻ ۽ انهن جي ڪم اچڻ بابت تمام سنا مثال ڏيئي سمجهايو. پيءُ جي سمجهائڻ تي انيل جي دل ۾ اهو احساس جاڳيو ته پاڙيسري اسان جي پائرن وانگر آهن. انهن جو هر طرح احترام ڪرڻ گهرجي ۽ ضرورت مهل انهن جي ڪم اچڻ گهرجي.

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. جهامن انيل کي بازار مان ڪهڙيون شيون آڻي ڏيڻ لاءِ چيو؟
2. ڪنهن گهر مان رڙ ٿيڻ ۽ مدد لاءِ سڏڻ تي سڀ ڪان پهرئين ڪير پهچندو آهي؟
3. ماڻهو نئين پاڙي ۾ رهائش لاءِ جڳهه وٺڻ وقت ڪهڙين ڳالهين کي ذهن ۾ رکندو آهي؟

4. پاڙيسري پاڻ تي آيل آفت کي ڪيئن مُنهن ڏيندا آهن؟
5. انيل آخر ۾ پنهنجي پيءُ سان ڪهڙو وعدو ڪيو؟

## (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. پاڙيسري.......... کي بہ پيارا آهن.
2. پاڙيسري اسان لاءِ ............... جهڙا آهن.
3. گهر جي مسواڙ يا قيمت پاڙي وارن جي........ ۽ ........... تي مدار رکي ٿي.
4. پاڙيسري ڏک سک ۾ هڪ ٻئي جا............... آهن.
5. اوکي سوکي ۾ اسان کي پنهنجن پاڙيسرين جي............. ڪرڻ گهرجي.

## (ج) حصي (الف) کي حصي (ب) سان ملايو.

| حصو- الف | حصو- ب |
|---|---|
| • موهن لال کي انيل جي پاڙيسري | • تن تنين سان ڪٺ اوڏا اڏي پڪڙا. |
| • پاڙي وارن جون خوشيون ۽ غميون | • خدمت چاڪري ڪرڻ گهرجي. |
| • پاڙيسري جي اسان کي | • جو چيو نہ مڃڻ واري ڳالهہ ڪو نہ وٺي. |
| • پيءُ جي سمجهائڻ تي انيل کي | • هڪ جهڙيون هونديون آهن. |
| • ويني جنين وٺ ڏکندو ڏور ٿئي. | • پاڙيسرين جي احترام ڪرڻ جو احساس پيدا ٿيو. |

* استاد ٻارن کي ترغيب ڏئي تہ اُهي پنهنجن پاڙيسرين جو احترام ڪن. ڪو پاڙيسري بيمار هجي تہ اُن جي علاج لاءِ ڊاڪٽر کي وٺي اچڻ يا ميڊيڪل اسٽور تان دوائون وغيره آڻي ڏيڻ لاءِ همٿائي.
* ڪو شاگرد عملي طرح ڪنهن پاڙيسري جي مدد ڪري ٿو تہ ان ۾ هن جي واکاڻ ڪري.
* پاڙيسرين جي حقن ۽ فرضن تي هڪ مضمون لکي اچڻ جي هدايت ڪري.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| پسارڪودڪان | جڙي ٻوٽين يا ديسي دوائن جو دڪان |
| ڪاڙهو | جوشاندو |
| بسيرو | رهائش |
| ڏکندو ڏور ٿئي | تڪليف دور ٿئي |
| تن | جسم |
| پکڙا | جهوپڙا- گهر |
| پُرعزم | مضبوط ارادي سان |

# وڏن جو احترام

**سکيا جي حاصلات**

- سمجهندا تہ وڏن جي عزت ڪرڻ سان انهن کان نيڪ تمنائون ۽ دعائون ملن ٿيون.
- سمجهندا تہ وڏن جي احترام جو مطلب سندن تجربي کي مان ڏيڻ ۽ ڪائنڻ سکڻ آهي.

هڪ ڏينهن سنجها رڌ پچاءَ جي تياري ڪري رهي هئي تہ اوچتو سندس پٽ راڄُو پنهنجي دوستن سان گڏ تڪڙو تڪڙو گهر اچي پنهنجي ماءُ کي چوڻ لڳو:امان! پاڙي واري پوڙهي مائي ملوڪان اسان جو بال ڪو نہ ٿي ڏي. اسان گهٽيءَ ۾ راند پئي ڪئي تہ اتفاق سان بال سندس گهر ۾ وڃي ڪِريو. اسين ڪٽڻ وياسين تہ هن بال ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ اسان تي ڏاڍي ڪاوڙ ڪيائين. هاڻي اوهان هلي اسان کي بال وٺي ڏيو.

سنجها ٻارن سان گڏجي مائي ملوڪان جي گهر وئي ۽ هن کي بال ڏيڻ لاءِ چيائين تہ، مائي ملوڪان چوڻ لڳي: ادي! آئون روز انهن کي

سمجهائيندي آهيان تہ گهٽي ۾ راند نہ ڪريو. بال ڪنهن ماڻهوءَ کي لڳي سگهي ٿو ۽ بال لڳڻ سان گهر جي درين يا گاڏين جا شيشا ٽُٽي سگهن ٿا. پر هي ڇوڪرا منهنجو چوڻ ڪو نہ ٿا مڃين، اٽلندو مون کي پوڙهي مائي ملوڪان! پوڙهي مائي ملوڪان! ڪري چيڙائن ٿا.

اوهان نيڪ ٿا چئو. ٻارن کي گهٽي ۾ کيڏڻ نہ گهرجي. آئون انهن کي سمجهايان ٿي تہ هو وڃي راند جي ميدان ۾ کيڏن" سنجها چيو.

مائي ملوڪان بال آڻي ٻارن کي ڏنو. سنجها هن جو شڪريو ادا ڪيو ۽

گهر وجي سنجها راجو ۽ هن جي دوستن کي ليمي جو شربت پيارڻ کان پوءِ سمجهائڻ لڳي، ”مائي ملوڪان وڏي عمر جي آهي، هُن اوهان کي صحيح ٿي چيو ته ٻارن کي گهٽيءَ ۾ راند نه ڪيڏڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته راند ڪيڏڻ جي لاءِ صحيح جڳهه راند جو ميدان آهي. وڏڙا تجربيڪار ۽ سمجهدار هوندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن هو ڪاوڙ ۾ ڳالهائيندا آهن. اسان سندن ڪاوڙ جي پٺيان لِڪل نيڪ ارادي کي سمجهي ڪو نه سگهندا آهيون. ۽ انهن کان ناراض ٿي ويندا آهيون. اها اسان جي ناسمجهي آهي. حقيقت ۾ اُهي اهو سڀ ڪجهه اسان جي ڀلي لاءِ ڪن ٿا. تنهن ڪري اسان کي پنهنجن وڏن تي پورو اعتماد هئڻ گهرجي. انهن کي پنهنجي قول يا فعل سان ڏکوئڻ نه گهرجي انهن کي ادب سان نمستي چوڻ گهرجي“.

”امان! اسان نمستي ڇو چوندا آهيون؟“ راجو پنهنجي ماءُ کان پڇيو.

اسان جڏهن ٻئي ماڻهو کي نمستي چوندا آهيون تڏهن اسان جو مطلب هوندو آهي ته اسان هن جي اندر موجود ست يعني آتما جي آڏو ادب سان جُهڪون ٿا.

سڀني مذهبن ۽ ڌرمن ۾ وڏن جي خدمت ڪرڻ ۽ انهن کي آرام ۽ سک ڏيڻ لاءِ تمام گهڻوزورڏنوويوآهي. وڏي عمر وارن جي خدمت ڪرڻ جا ڪيئي مثال ڏيئي سگهجن ٿا. جيئن: سروڻ ڪمار نالي هڪ ننڍي ڇوڪري پنهنجي نابين ماءُ ۽ پيءُ کي ڪنواٽي تي ڪڻي تيرٿ ياترا ڪرائي.

هندو ڌرم جي ڪتابن ۾ ٻارن کي صبح جو سوير اُٿي ماءُ پيءُ جي پيرين پوڻ لاءِ هدايت ڪئي ويئي آهي.

وڏا مائٽ، بزرگ ۽ استاد دُعا جا گهر آهن. انهن جو احترام ڪرڻ ۽ خدمت چاڪري ڪرڻ سان اسان کي تمام گهڻيون دُعائون ملي سگهن ٿيون.

روزمره جي زندگي ۾ اوهان جيڪڏهن بس ۾ سواري ڪري رهيا آهيو ۽ ڪنهن بزرگ کي بيٺل ڏسو ٿا ته اُٿي ڪري پنهنجي سيٽ هن کي پيش ڪريو. وڏن جي محفل ۾ گهڻو ڳالهائڻ نه گهرجي ۽ جيڪڏهن ضروري ڳالهائڻو هجي ته نهايت ادب ۽ احترام سان ڳالهائجي.

وڏن جي احترام ڪرڻ سان مالڪِ حقيقي به راضي رهي ٿو. چوڻي آهي ته "جهڙي پوک پوکيندؤ تهڙي لُڻندؤ". جيڪڏهن اوهان وڏن جو احترام ڪريو ٿا ته سياڻي ننڍا به اوهان جو ادب ۽ احترام ڪندا.

## سبق جو خلاصو

هڪ ڏينهن راجو پنهنجي ماءُ سنجها کي پوڙهي مائي ملوڪان کان بال وٺي ڏيڻ لاءِ چيو. جڏهن سنجها مائي ملوڪان کي بال موٽائي ڏيڻ لاءِ چيو ته هن ٻارن جي شڪايت ڪئي ته اُهي ڪيس چيڙائن ٿا ۽ گهٽي ۾ کيڏن ٿا. جنهن سان ڪو نقصان ٿي سگهي ٿو. سنجها ٻارن کي مائي ملوڪان کان بال وٺرائي ڏنو پر گهر وڃي انهن کي سمجهايائين ته راند کيڏڻ جو صحيح هنڌ راند جو ميدان آهي. ٻارن کي وڏن جي چئي تي ڪاوڙ نه ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ جو اُهي انهن جا ڀلو چاهيندڙ هوندا آهن. تنهن ڪري ڪيس اُنهن جو احترام ڪرڻ گهرجي.

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. راجو گهر اچي پنهنجي ماءُ کي ڇا چيو؟
2. مائي ملوڪان ٻارن کي بال ڇو ڪو نه ٿي ڏنو؟
3. راند کيڏڻ جوصحيح هنڌ ڪهڙو آهي؟
4. سروڻ ڪمار پنهنجي نابين ماءُ پيءُ جي ڪهڙي طرح خدمت ڪئي؟
5. اسان کي وڏي عمر وارن سان ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ گهرجي؟

### (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. گهٽي ۾ ڪيڏڻ سان بال ڪنهن.............. يا.............. کي لڳي سگهي ٿو.
2. سنجها ٻارن کي................ جو شربت پياريو.
3. مائٽن، بزرگن ۽ اُستادن جي ڪاوڙ پويان انهن جو........... لڪل هوندو آهي.
4. اسان کي پنهنجي قول ۽ فعل سان وڏن کي.......... نه گهرجي.
5. نمستي جو مطلب آهي ته آئون اوهان ۾ موجود............ جي اڳيان جهڪان ٿو.

### (ج) صحيح جملي جي سامهون " ✓ " ۽ غلط جملي جي سامهون " X " جي نشاني لڳايو:

| جملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1. بال لڳڻ سان درين جا شيشا ٽُٽي سگهن ٿا. | | |
| 2. وڏن سان ناراضگي اسان جي عقلمندي آهي. | | |
| 3. اسان کي وڏي عمر وارن کي چيڙائڻ نه گهرجي. | | |
| 4. اسان کي پنهنجي سيٽ وڏن جي لاءِ خالي نه ڪرڻ گهرجي. | | |
| 5. اسان جهڙي پوک پوکينداسين تهڙي لڻنداسين. | | |

### استاد لاءِ سرگرمي

* استاد شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ترغيب ڏئي ته اُهي عملي زندگي ۾ وڏي عمر وارن مائٽن ۽ بزرگن جو احترام ڪن ۽ انهن جي آرام ۽ سڪون جو هر طرح خيال رکن.
* شاگردن ۽ شاگردياڻين کي هدايت ڪئي وڃي ته ”اسان پنهنجي روزمره جي زندگي ۾ وڏن مائٽن، بزرگن ۽ اُستادن جو ڪهڙن طريقن سان احترام ۽ خدمت ڪري سگهون ٿا“. جي عنوان تي ڏهه جملا لکي اچن.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| چيڙائڻ | تنگ ڪرڻ- ننولي ڪرڻ |
| تاڪيد | هدايت |
| آتما | روح |
| تيرٿ ياترا | مقدس جاءِ جي زيارت |
| ڪنواٽي | ڪلهن تي رکڻ واري ڪاٺي (جنهن جي ٻنهي طرف بار ڪٽڻ لاءِ رسيون ٻڌل هجن) |
| تجربيڪار | تجربي وارو |
| عنوان | موضوع |

# سيني مذهبن جو احترام

**سکيا جي حاصلات**

- جاڻندا تہ سيني مذهبن جا ماڻهو عبادت جي مختلف طريقن باوجود هڪ مالڪِ حقيقي ۾ يقين رکن ٿا.
- جاڻندا تہ سيني مذهبن جو مقصد انسانن جي وچ ۾ باهمي احترام، سهپ، درگذر ۽ برابري وارا جذبا پيدا ڪرڻ هوندو آهي.
- انهن ۾ ٻين مذهبن جي احترام ڪرڻ واري عادت پيدا ٿيندي.
- سيني مذهبن جي احترام تي مضمون لکي سگهندا.

ششيلا جا گهرياتي ٽي وي پروگرام ڏسي رهيا هئا تہ ٻانگ اچڻ تي انهن جي ماءُ ششيلا کي ٽي وي جو آواز گهٽ ڪرڻ لاءِ چيو، جنهن تي ششيلا چيو: اَمان! اوهان اڪثر اسان کي ٻانگ اچڻ مهل ٽي.وي جو آواز گهٽ ڪرڻ لاءِ چو چونديون آهيو؟

”آئون اِهو انهي ڪري چوندي آهيان جو پاڻ کي ٻين مذهبن جو احترام ڪرڻ گهرجي. رمضان جي مهيني ۾ بہ اسان هندن، سکن، پارسين ۽ مسيحين کي روزي جي وقت مسلمانن جي روبرو کائڻ پيئڻ نہ گهرجي“. ششيلا جي ماءُ ششيلا کي ورندي ڏيندي چيو.

ڇا مسلمان بہ ٻين مذهبن وارن جو ايئن ئي احترام ڪندا آهن؟ ششيلا وري پنهنجي ماءُ کان پڇيو.

ها، بلڪل! مسلمانن جي پاڙي ۾ جتي هندو ڪافي تعداد ۾ رهندا آهن. اتان جا مسلمان سندن ڌرم جي احترام ۾ وڏو گوشت نہ کائيندا آهن. ششيلا جي ماءُ چيو.

امان! مون کي سيني مذهبن جي احترام ڪرڻ جي اهميت ۽ فائدن جي باري ۾ ڪجھ وڌيڪ ٻڌايو. ششيلا چيو.

ششيلا جي ماءُ هن کي سمجهائيندي چيو تہ هڪ ٻئي جي عقيدن ۽ مذهبن جو احترام ڪرڻ سان ملڪ جو ماحول پُرامن ۽ پُرسڪون رهي ٿو ۽ ان

جا شهري پنهنجن عقيدن، ڌرمن ۽ مذهبن کان متاثهان ٿي پاڻ ۾ ٻڌي، سهپ ۽ رواداري جو لحاظ رکن ٿا ۽ پنهنجي ملڪ کي پوري جوش جذبي ۽ محنت سان خوش حال ۽ ترقي يافته بڻائي سگهن ٿا. ڪو به ملڪ نااتفاقي، بدامني ۽ انتشار جي صورت ۾ ترقي ڪري نه ٿوسگهي.

ملڪ ۾ مذهبي هم آهنگي کي فروغ ڏيڻ لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ششيلا پنهنجي ماءُ کان پڇيو.

ششيلا جي ماءُ کيس چيو ته ملڪ ۾ مذهبي هم آهنگي کي فروغ ڏيڻ لاءِ اسان کي هيٺين ڳالهين تي عمل ڪرڻ گهرجي.

- اسان کي پنهنجي ملڪ جي گوناگون ثقافتن، نظرين ۽ مذهبي عقيدن ۽جاين جو احترام ڪرڻ گهرجي.
- پنهنجو عقيدو يا نظريو ٻين تي زوريءَ مڙهڻ نه گهرجي..
- سڀني عقيدن ۽ مذهبن وارن ماڻهن سان وهنوار ڪرڻ وقت حق ۽ انصاف کي بنياد بنائڻ گهرجي.
- عيد برات، هولي ڏياري، ڪرسمس يا ويساکيءَ جي ڏهاڙن تي هڪ ٻئي کي مبارڪون ڏيڻ ۽ سوکڙين جي ڏي وٺ ڪرڻ گهرجي.
- شادي، غمي يا ٻين ڪمن ڪارين ۾ هڪ ٻئي جي هٿ ونڊائڻ واري روايت کي برقرار رکڻ گهرجي.

اسان جي ملڪ پاڪستان ۾ مذهبي هم آهنگي مثالي رهي آهي. خاص طرح سان ٿر، مُهراڻي ۽ ناري پٽ جي ڪاڄن ۾ مهمانن کي اها خبر نه پوندي آهي ته ڪاڄ ۾ ڪم ڪندڙ هندو آهي يا مسلمان.

انهيءَ کان سواءِ سنڌجي عظيم صوفي بزرگن جي مزارن تي هر مذهب ۽ نسل وارا ماڻهو حاضري ڀرين ٿا. صوفي شاعر قلندرشهباز سچل سرمت،شاهه عبداللطيف ڀٽائي، صوفي شاهه عنايت ۽ شاهه عبدالڪريم بلڙي واري ۽اڏيري لال جون درگاهون به مذهبي رواداري جو مرڪزآهن.

آخر ۾ششيلا چيو ته امان! مون کي هاڻي سڀني مذهبن جي احترام جي اهميت ۽ فائدن جي چڱي ريت خبر پئجي ويئي آهي. هاڻي مون کي احساس ٿي ويو آهي ته اسان کي سڀني مذهبن، ڌرمن ۽ عقيدن جو احترام ڪرڻ گهرجي.

## سبق جو خلاصو

- هر ملڪ جي ترقي ۽ خوشحالي جو دارومدار ان جي امن امان، قومي ۽ مذهبي هم آهنگي واري صورتحال تي هوندو آهي.
- بدامني ۽ انتشار کي ختم ڪرڻ ۽ پُرامن ماحول پيدا ڪرڻ جي لاءِ ملڪ ۾ رهندڙ سڀني عقيدن، ڌرمن ۽ مذهبن جي ماڻهن کي پاڻ ۾ ڀڄي، سهپ ۽ رواداري رکڻ ضروري آهي.
- اسان کي پنهنجي روزمره جي زندگيءَ ۾ سڀني مذهبن جو احترام ڪرڻ گهرجي.

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1. ٻئي مذهب وارن کي روزي جي وقت مسلمانن جي روبرو ڇا ڪرڻ گهرجي؟
2. سڀني مذهبن جي احترام ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو آهي؟
3. ملڪ ۾ نااتفاقي، بدامني ۽ انتشار هوندو ته ڇا ٿيندو؟
4. مذهبي هم آهنگي پيدا ڪرڻ لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟
5. سنڌ جي عظيم صوفي بزرگن جا نالا ٻڌايو.

**(ب) هيٺيان خال ڀريو:**

1. ٻانگ اچڻ مهل ٽي.وي جو آواز.................... ڪرڻ گهرجي.
2. اسان کي ملڪ جي مختلف ثقافتن ۽ مذهبي عقيدن جو ......... ڪرڻ گهرجي.
3. ٻئي مذهب جي عبادت گاهن جي اڳيان ڳائڻ وڄائڻ کان............ ڪرڻ گهرجي.
4. صوفي بزرگن جون درگاهون ٻه............... جو مرڪز رهيون آهن.
5. اسان جي ملڪ پاڪستان ۾ هم آهنگي ........... رهي آهي.

(ج) جملي کي صحيح ڪرڻ لاءِ حصي- الف کي حصي- ب سان ملايو:

| حصو- الف | حصو- ب |
|---|---|
| • سيني مذهبن جي احترام ڪرڻ سان | • زوريءَ مڙهڻ نه گهرجي. |
| • پنهنجو عقيدو يا نظريو ٻين تي | • جي هندو يا مسلمان هئڻ جي خبر ڪو نه پوندي آهي. |
| • ٻئي مذهب وارن سان وهنوار ڪرڻ وقت | • ملڪ جو ماحول پُرامن ۽ پُرسڪون ٿئي ٿو. |
| • شادي، غمي ۽ ٻين موقعن تي اسان کي | • حق ۽ انصاف کي بنياد بنائڻ گهرجي. |
| • ٽر ۽ ناري پٽ جي ڪاڄ ۾ مهمان کي ڪم ڪندڙ | • هڪ ٻئي جي ڪم ڪار ۾ هٿ ونڊائڻ گهرجي. |

## استاد لاءِ سرگرمي

* استاد شاگردن ۽ شاگرديائڻين کي ترغيب ڏئي ته اُهي پنهنجي عملي زندگي ۾ سيني مذهبن جو دلي طرح احترام ڪن.
* ”سيني مذهبن جي احترام ڪرڻ جا فائدا“ جي عنوان تي ڏهن جملن جو مضمون لکي اچڻ لاءِ چيو وڃي.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| هم آهنگي | هڪ آواز، ساڳي سوچ، هڪ جهڙائي |
| فروغ | واڌارو |
| رواداري | هڪ جهڙائي، برابري |
| سهپ | برداشت |
| انتشار | وِڳوڙ |
| گوناگون | رنگارنگي، قسمين قسمين |
| وهنوار ڪرڻ | سلوڪ ڪرڻ، ڏي وٺ ڪرڻ |
| ڪاڄ | شادي يا ٻي خوشي جي موقعي تي وڏي دعوت |

# پاڙي کي صاف رکڻ

## سکيا جي حاصلات

- سمجهندا ته پاڙي جي صفائي سترائي سيني جي لاءِ خوشي جي ڳالهه آهي.
- سمجهندا ته صفائي سان سجو پاڙو بيمارين کان محفوظ رهندو.
- احساس ڪندا ته پاڙي جي صفائي گهر کي صاف رکڻ کان به وڌيڪ اهميت واري آهي.
- جاڳرتا ماڻيندا ته پلاسٽڪ مٽيريل (ٿيلهيون، ڊسپوزيبل شيون، ٽن وغيره) ماحول تي خراب اثر وجهي ٿو ۽ گدلاڻ ڦهلجي ٿي.
- سمجهندا ته گهر جو ڪچرو ۽ گدلو پاڻي ٻاهر ڦٽو ڪرڻ سان اوڙي پاڙي جو ماحول خراب ٿئي ٿو.
- احساس ٿيندو ته پلاسٽڪ ٿيلهين جو استعمال ماحول دشمن ۽ ڪپڙي ۽ پاڻي جو استعمال ماحول دوست آهي.
- پلاسٽڪ جي ٽن مرحلن واري استعمال کان واقف ٿيندا: (Reduce, Reuse, Recycle)

هڪ ڏينهن مائيڪل پنهنجي بيمار پٽ پيٽر کي هنج ۾ کنيو اسپتال پي ويو ته اسپتال جي دروازي تي ڪيس سندس پاڙيسري سلطان مليو.

ادا! ڪر خبر ڪِڪي کي ڇا ٿي پيو آهي؟ سلطان پڇيو.

ننڍڙي کي ٻن ٽن ڏينهن کان اُلٽيون ۽ دست ٿي پيا آهن. گهڻيون ئي ٽڪيون ڦڪيون ڏنيوسين پر فائدو ڪو نه ٿيو آهي. ڇوڪري جي طبعت ويتر خراب ٿيندي پئي وڃي، سو ڊاڪٽر کي ڏيکارڻ لاءِ اسپتال وٺي آيو آهيان، مائيڪل چيو.

ادا واقعي اسان جي پاڙي ۾ الائجي ڇا ٿي ويو آهي جو ڪنهن کي اُلٽيون ۽ دست ته ڪنهن کي مليريا جو تپ چڙهي ٿي نٿو. آئون به پنهنجي وڏي ڀاءُ کي اسپتال ۾ داخل ڪرائي پيو اچان. هاڻي ماني کائڻ گهر ٿو وڃان. سلطان چيو.

ڪلاڪ ڏيڍ کان پوءِ سلطان ماني کائي موٽي آيو ۽ مائيڪل پنهنجي پٽ

کي ٻارن جي وارڊ ۾ داخل ڪرايو. پوءِ ٻيئي ڄڻا ٻاهر اچي چبر تي ويٺا.

ڊاڪٽر صاحب ڇا چيو؟ سلطان مائيڪل کان مريض جو احوال وٺڻ لاءِ پڇيو.

مائيڪل وراڻيو ته ڊاڪٽر صاحب ته پهرئين مون کان پنهنجي پاڙي جو حال احوال پڇيو ته ڇا اوهان جي گهر پرسان گند جا ڍير به آهن جتي اوهان جا ٻارڪيڏندا هجن؟ مون چيو ته جي ها، ٻار واقعي اُتي کيڏندا آهن. ڊاڪٽر صاحب چيو ته اهو ئي سبب آهي جو اوهان جي پاڙي ۾ بيمارين اچي مُنهن ڪڍيو آهي. ٻار گندگيءَ تي کيڏڻ کان پوءِ هٿ پير ڪو نه ٿا ڌوئن نتيجي ۾ انهن کي اُلٽين ۽ دستن جي بيماري ٿيو ٿي وڃي. ٻيو ته بينل پاڻيءَ جي دٻن ۾ مڇر آنا لاهيندا آهن ۽ انهن جي تيزي سان واڌويجهه ٿئي ٿي. جتان اُهي وڃي صحتمند ماڻهن کي چڪ ٿا پائين ۽ انهن کي مليريا ۽ ڊينگي وغيره جهڙيون بيماريون ٿين ٿيون.

هائو ادا! ڊاڪٽر صاحب بلڪل سچ ٿو چوي. انهن بيمارين جو سبب اِهي مڇر ئي آهن. سلطان چيو.

ته پوءِ پاڻ کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ انهن بيمارين جي ڪري هڪ طرف پئسي جو زيان ٿو ٿئي ته ٻئي پاسي گهر جا سيئي ڀاتي پريشان ٿا ٿين. ماڻهو نه کي ڪو ڏنڊو ڪري سگهي ٿو نه کي ٻارن جي پڙهائي، مائيڪل پريشاني وچان چيو.

خير سان مريضن کي اسپتال مان موڪل ملي ته پاڻ سيئي پاڙي وارا گڏجي انهن بيمارين جي روڪٿام لاءِ ڪو تدارڪ ڪريون ٿا. سلطان تجويز ڏيندي چيو.

اسپتال مان مريضن کي موڪل ملڻ کان پوءِ پاڙي وارن جي هڪ گڏجاڻي گهرائي. جنهن ۾ پاڙي جي صفائي سترائي لاءِ هڪ ڪاميٽي جوڙي ويئي ۽ خرچن جي پورائي لاءِ چندو گڏ ڪيو ويو. گڏجاڻي ۾ متفقه طور تي هي فيصلا ڪيا ويا:

- بينل پاڻيءَ جي دٻن کي مٽي سان پورايو ويندو ۽ پاڙي ۾ گندگيءَ جي ڍيرن کي هٽرايو ويندو.
- گهرن جو گند ڪچرو هڪ مخصوص جاءِ تي اُڇلايو ويندو جتان پري کڻي وڃڻ لاءِ ٽائون ڪاميٽي کي درخواست ڏني ويندي. ٻي صورت ۾

”پنهنجي مدد پاڻ“ تحت هڪ موٽر سائيڪل لوڊر خريد ڪيو ويندو.

- ٽائون ڪاميٽي کي گٽرن جي صفائي جو جوڳو انتظام ڪرڻ لاءِ درخواست ڏني ويندي.
- گهرن ۾ مليريا ڪنٽرول کاتي جي مدد سان مڇر مار دوا جو ڦوهارو ڪرايو ويندو.
- سودو سامان وٺڻ وقت پاڻي يا ڪاغذ جا لفافا استعمال ڪيا ويندا، پلاسٽڪ جي ٿيلهين ۽ ٻين شين کي تمام گهٽ استعمال ڪيو ويندو ۽ پنهنجي اوسي پاسي پکڙيل پلاسٽڪ جو سامان ڪٻاڙيءَ حوالي ڪيو ويندو. جنهن کي مناسب انداز سان ڪارخانن ۾ تلف ڪيو ويندو. ڇو ته پلاسٽڪ جون ٿيلهيون ۽ ٻيو سامان ماحول جي آلودگي ۽ بيمارين ڦهلائڻ جو سبب آهن.

آخر ۾ سيني پاڙي وارن اهو عهد ڪيو ته هر ڪو ماڻهو پاڙي کي صاف سٿرو رکڻ، پنهنجو فرض سمجهندو ۽ پنهنجي گهر ڀاتين کي به هدايت ڪندو ته اُهي صحت ۽ صفائي جي اصولن تي عمل ڪن. اهڙي نموني سان اسان پنهنجي ماحول کي سڌاري سگهون ٿا.

## سبق جو خلاصو

هڪ پاڙي ۾ رهندڙ مائيڪل جو پٽ ۽ سلطان جو وڏو ڀاءُ بيمار ٿي پيا. انهن کي علاج لاءِ اسپتال ۾ داخل ڪرايو ويو. اسپتال جي ڊاڪٽرن کين ٻڌايو ته پاڙي ۾ وڌندڙ بيمارين جو سبب پاڙي ۾ موجود بيٺل پاڻيءَ جا ڍُبا ۽ ٻيا گندگي جا ڍير آهن. ڊاڪٽر جي چوڻ تي مائيڪل ۽ سلطان ٻنهي کي احساس ٿيو ته پاڙي کي گندگيءَ کان پاڪ ڪرڻ گهرجي ۽ صفائي سٿرائي جو خيال رکڻ گهرجي. انهن جي ڪوشش سان سيئي پاڙي وارا گڏجي پاڙي کي صاف سٿرو رکڻ لاءِ اُپاءَ وٺن ٿا.

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. ڊاڪٽر ماڻهن جي بيمار ٿيڻ جا ڪهڙا ڪارڻ ٻڌايا؟
2. مليريا جي بيماري ڇا جي ڪري ٿيندي آهي؟
3. بيماري جي ڪري ڪهڙا نقصان ٿين ٿا؟
4. پاڙي وارن بيمارين کان بچڻ صفائي ۽ سترائي لاءِ ڪهڙا قدم کنيا؟
5. گڏجاڻي جي آخر ۾ سيني ڪهڙو عهد ڪيو؟

## (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. مائيڪل جي پٽ پيٽر کي.......... ۽.......... تي پيا هئا.
2. گندين جاين تي ڪيڏڻ کان پوءِ هٿن ۽ پيرن کي ضروري .......... گهرجي.
3. مڇر پنهنجا آنا.......... تي لاهيندا آهن.
4. پاڙي جي صفائي تي ٿيندڙ خرچ جي پورائي لاءِ.......... ڪيو ويو.
5. پاڙي کي صاف سترو رکڻ سيني پاڙي وارن جو............ آهي.

## (ج) صحيح جملي جي سامهون " ✓ " ۽ غلط جملي جي سامهون " X " جي نشاني لڳايو:

| جملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1. بيماري جي ڪري ماڻهو پريشان ٿين ٿا ۽ پئسي جو به زيان ٿئي ٿو. | | |
| 2. گهرن جو گند ڪچرو هڪ مخصوص جاءِ تي اُڇلايو ويندو. | | |
| 3. پاڙي ۾ وڌندڙ بيمارين جو سبب صفائي آهي. | | |
| 4. پاڙي کي صاف رکڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي ڪو نه ناهي ويئي. | | |
| 5. اسان کي گهرن ۾ مڇر مار دوا جو ڦوهارو ڪرڻ گهرجي. | | |

* استاد سيني شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ترغيب ڏئي تہ اهي عملي طور پاڙي جي صفائي مهم ۾ حصو وٺن.
* ”پاڙي جي صفائي جي اهميت“ جي عنوان تي هڪ شاگرد کان تقرير ڪرائي.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| جذبو | اُتساهہ، سوچ |
| واڳ ويجهہ | اوسر، وڏي وڏوتڻ |
| تدارڪ | حل، علاج |
| تجويز | راءِ، صلاح |
| متفق طور | يڪراء |
| جوڳو | مناسب |
| مخصوص | خاص طور تي مقرر ٿيل |
| عهد | پڪو ارادو، پهہ |
| تلف ڪرڻ | ضايع ڪرڻ، ختم ڪرڻ |

# ٻين جي مدد ڪرڻ

(خاص طور پوڙهن، هم ڪلاسين، معذورن ۽ ضرورتمندن جي)

**سکيا جي حاصلات**

- لاچار ۽ ٻيوس ماڻهن جي قدر ڪرڻ لائق ٿيندا.
- معذورن ۽ پوڙهن کي رستو پار ڪرائڻ ۽ منزل تي رسائڻ جهڙين نيڪين ڪمائڻ جو موقعو نہ وڃائيندا.
- ضرورت مندن جي احترام ۽ باوقار طريقي سان ضرورت پوري ڪندا.
- تعليم حاصل ڪرڻ ۾ پنهنجي هم ڪلاسين جي مدد ڪندا.
- پنهنجي غريب هم ڪلاسين جي رازداري سان مالي مدد ڪرڻ جي ڪين عادت پوندي.

اڄ اخلاقيات پڙهائيندڙ اُستاد ڪلاس ۾ پڙهائڻ لاءِ جيئن شاگردن تي نگاهہ وڌي تہ نريندر کي پنهنجي ڪرسي تي نہ ڏسي، پرسان ويهندڙ شاگرد خوشحال کان پڇيائين تہ اڄ نريندر ڇو اسڪول نہ آيو آهي؟

خوشحال، نريندر جو پاڙيسري هو، هُو ان کي سدائين اسڪول اچڻ ۾ مدد ڪندو هو. ڇاڪاڻ تہ پوليو جي ڪري نريندر جون ٻيئي ٽنگون سُڪي ويون هيون ۽ هُو گوڏن ۽ ٺونٺن تي گسڪندي اسڪول ايندو هو. نريندر وڏي همت وارو، پڙهڻ جو ڏاڍو وڏو ذهين ۽ هر مضمون ۾ هوشيار هو. اسڪول جا سيئي استاد کيس ڏاڍو پائيندا هئا.

خوشحال استاد کي ٻڌايو تہ ”ڪلهہ موڪل جي وقت ٻن شاگردن هن تي ٺٺوليون ڪيون هيون. تنهن ڪري هن کي ڏاڍو ڏک پهتو هو. حساس طبيعت هئڻ ڪري هُو روئڻ لڳو هو. مون هن کي گهڻو ئي ڪلائڻ جي ڪوشش ڪئي پر

هن روئڻ بند نہ ڪيو. آءُ هن کي گهر پهچائي آيس، پر محسوس ڪيو تہ هن کي ڏاڍو دلي صدمو رسيو آهي. شايد انهي ڪري ئي هُو اڄ اسڪول نہ آيو آهي“.

استاد پڇيو: ڪهڙن چوڪرن نريندر تي ٺٺوليون ڪيون هيون؟

خوشحال جي جواب ڏيڻ کان اڳ ئي مانو ۽ جانو ٻئي اُٿي بينا ۽ چوڻ لڳا تہ سائين! اسان کي افسوس آهي. اسان پنهنجي ڪيئي تي پشيمان آهيون، جو اسان جي مذاق اُڏائڻ تي هن جي دل آزاري ٿي. استاد چيو تہ ”نيڪ آهي، اوهان پنهنجي روَيي تي پڇتايو ٿا. هاڻي پاڻ سڀ گڏجي هڪ وهيل چيئر نريندر کي تحفي طور ڏينداسين. اتفاق سان ٻن ڏينهن کان پوءِ هن جو جنم ڏينهن هو. تنهن ڪري هن جي جنم ڏينهن تي سڀني ڪلاس وارا هڪ ڪيڪ وٺي استاد ۽ هيڊ ماستر صاحب سان گڏجي نريندر جي گهر ويا. سڀ کان پهرئين مانو ۽ جانو هن کان پنهنجي رويي جي معافي ورتي ۽ پوءِ جنم ڏينهن ڪيڪ ڪٽيو ويو. سڀني گڏجي هن کي ”هئپي برٿ ڊي“ چيو ۽ سڀني ٻاران وهيل چيئر ڪيس سوکڙي طور پيش ڪئي ويئي. انهي سان نريندر ڏاڍو خوش ٿيو.

ايندڙ ڏينهن اسڪول اسيمبلي ۾ هيڊ ماستر صاحب شاگردن کي سمجهايو تہ جسماني يا ذهني طرح معذور ٻار جن کي اسپيشل ٻار سڏيو ويندو آهي. پيار، عزت ۽ احترام جا وڏيڪ حقدار آهن. انهن کي اهو محسوس نہ ڪرائڻ گهرجي تہ ڪي اُهي معذور آهن. انهن سان خاص ڌيان ۽ محبت وارو روَيو رکڻ گهرجي.

هيڊ ماستر صاحب پوڙهن ماڻهن جي باري ۾ شاگردن کي هدايت ڪئي تہ اوهان انهن سان سٺو سلوڪ ڪريو. انهن جي ٿوري گهڻي ڪاوڙ کي برداشت ڪريو. انهن کي رستو پار ڪرائڻ، بازار مان دوائون وغيره وٺي آڻي ڏيڻ يا ٻي خدمت چاڪري ڪرڻ ۾ خوشي محسوس ڪريو. جنهن سان اوهان کي انهن جون دعائون ۽ مالڪِ حقيقي جي خوشنودي حاصل ٿيندي. اوهان جا جيڪي غريب يا پنتي پيل علائقن کان آيل هم ڪلاسي هجن تہ انهن جي هر طرح مدد ڪريو. ڪو شاگرد فِي ڀري نہ سگهندو هجي تہ چندو ڪري ان جي فِي ڀريو انهن کي ڪتاب ۽ ڪاپيون خريد ڪري ڏيو. هيڊ ماستر صاحب چيو تہ انهن جي مدد ڪرڻ مهل انهن جي عزت نفس مجروح ٿيڻ نہ ڏيو.

معاشري ۾ ٻيا جيڪي ضرورتمند هجن انهن جي بہ هر طرح مدد ڪريو.

هيڊ ماستر صاحب تازو دولت آباد جي هڪ شاگرد جي جگر جي پيوندڪاري لاءِ چندو گڏ ڪرڻ جي واڪاڻ ڪئي ۽ چيو تہ ايندڙ آچر تي پاڻ سيئي چندو گڏ ڪري ان جي علاج لاءِ پنهنجو حصو ملائينداسين.

هيڊ ماستر جي تقرير جو شاگردن جي دلين تي تمام گھڻو اثر ٿيو. انهن پڪو پهہ ڪيو تہ اسان آئنده پوڙهن، هم ڪلاسين، (اسپيشل پرسن) ۽ ضرورتمندن جي هر طرح مدد ڪنداسين. انهن سان پيار ۽ احترام وارو روَيو رکنداسين.

## سبق جو خلاصو

نريندر نالي هڪ معذور شاگرد تي ڪن شاگردن ٺٺوليون ڪيون. جنهن جو هن کي ڏاڍو صدمو رسيو. انهي ڪري هو ٻئي ڏينهن اسڪول کو نہ ويو، جڏهن اها خبر استاد کي پئي تہ هن ٺٺوليون ڪندڙ شاگردن جي پُڇا ڪئي. جنهن تي مانو ۽ جانو نالي ڇوڪرا اُٿي بيٺا پنهنجي غلطي تسليم ڪئي. ۽ پنهنجي روَيي تي پشيماني جو اظهار پڻ ڪيو. استاد جي ترغيب تي سيني هم ڪلاسين نريندر جي گھر وڃي سندس ”جنم ڏينهن“ ملهايو ۽ ڪيس هڪ وهيل چيئر سوکڙي طور ڏني.

ٻئي ڏينهن هيڊ ماستر صاحب اسڪول اسيمبلي ۾ شاگردن کي پوڙهن، معذورن، هم ڪلاسين ۽ ضرورتمندن جي هر طرح مدد ڪرڻ جي تلقين ڪئي. جنهن جو شاگردن تي تمام گھڻو مثبت اثر پيو.

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. نريندر کي اسڪول ۾ دلي صدمو ڇو رسيو؟
2. نريندر کي شاگردن جنم ڏينهن تي ڪهڙي سوکڙي ڏني؟
3. اسپيشل ٻار ڪهڙن ٻارن کي سڏبو آهي؟
4. پوڙهن ماڻهن جي ڪهڙن طريقن سان خدمت ڪري سگھجي ٿي؟
5. هيڊ ماستر صاحب شاگردن کي ڪهڙي تلقين ڪئي؟

## (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. نريندر جي هم ڪلاسي دوست جو نالو............... هو.
2. نريندر تي ٽنوليون............ ۽................ ڪيون هيون.
3. هڪ شاگرد جي جگر جي پيوند ڪاري جي علاج لاءِ .......... گڏ ڪرڻ جي واڪاڻ ڪئي وئي.
4. ............... جي ڪري نريندر جون ٽنگون سُڪي ويون هيون.
5. هيڊ ماستر صاحب جي تقرير جو شاگردن تي............. اثر ٿيو.

## (ج) صحيح جملي جي سامهون " ✓" نشاني ۽ غلط جملي جي سامهون " X" نشاني لڳايو:

| جملا | صحيح | غلط |
|---|---|---|
| 1. نريندر ڏاڍو ذهين ۽ هر مضمون ۾ هوشيار شاگرد هو. | | |
| 2. هن کي وهيل چيئر هڪ سيٺ خريد ڪري ڏني هئي. | | |
| 3. پوڙهن جي ٿوري گهڻي ڪاوڙ اسان کي برداشت ڪرڻ گهرجي. | | |
| 4. غريب شاگردن کي ڪتاب ۽ ڪاپيون وٺي نه ڏيڻ گهرجن. | | |
| 5. ضرورتمند شاگردن جي مدد ڪرڻ وقت سندن عزت نفس مجروح نه ڪئي وڃي. | | |

### استاد لاءِ سرگرمي

* استاد شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ترغيب ڏئي ته اُهي پوڙهن، هم ڪلاسين، معذورن ۽ ضرورتمندن جي عملي طرح مدد ڪن.
* استاد شاگردن ۽ شاگردياڻين کي هڪ ڏينهن ڪنهن اسپيشل ايجوڪيشن سينٽر جو دورو ڪرائي، جتي شاگرد انهن ٻارن سان ڪجهه دير لاءِ رانديون رونديون ڪن ۽ انهن کي سوکڙيون ڏين.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| معذور | جَڏا ، اپاهج |
| ٺنوليون | چٽرون |
| صدمو | گهرو ڏک |
| مذاق اُڏائڻ | مشڪري ڪرڻ، چيڙائڻ |
| روَيو | سلوڪ |
| دل آزاري | دل رنجائڻ، ڏک پهچائڻ |
| سوکڙي | تحفو |
| خوشنودي | راضپو |
| پيوندڪاري | ملائڻ، ڳنڍڻ، قلم هڻڻ |
| جگر | جيرو |
| مثبت | هاڪاري |

# وقت جي اهميت ۽ اُن جي پابندي

- احساس ڪندا ته وقت وڏو قيمتي آهي.
- ”سوير سمهڻ ۽ سوير اٿڻ واري عادت ماڻهو کي صحتمند، شاهوڪار ۽ عقلمند بڻائي ٿي“ چوڻي تي عمل ڪرڻ لائق بڻجندا.
- ڄاڻندا ته وقت سر ڪم پورو نه ڪرڻ جي صورت ۾ ان جي لاڳت وڌي وڃي ٿي.
- احساس ڪندا ته وقت جي پابندي نه هجڻ ڪري اسڪولن جي تعليم ۽ وقت جو نقصان ٿئي ٿو.

پرديپ ۽ ڪيلاش پاڻ ۾ هم ڪلاسي ۽ دوست هئا. قدرت پاران ٻنهي کي سٺو ذهن عطا ٿيل هو. پر هر هڪ جي سڀاءُ ۾ ٿورو فرق هو. پرديپ پڙهائي ۾ وڌيڪ دلچسپي رکندڙ ۽ وقت جو پابند هو. هُو پنهنجو هر ڪم وقت تي پورو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. ان جي برعڪس ڪيلاش پڙهائي ۽ وقت جي معاملي ۾ بلڪل لاپرواهه هوندو هو. هو هوم ورڪ به وقت تي نه ڪندو هو ۽ سزا کان بچڻ لاءِ سدائين ڪو نه ڪو بهانو ناهيندو هو. استاد به هن کي سڌرڻ جي هدايت ڪري معاف ڪري ڇڏيندا هئا. پهرئين کان پنجين درجي تائين ايئن هلندو رهيو. پر ڇهين ڪلاس ۾ اچڻ کان پوءِ اسڪول ۾ پڙهائي جو ڪم به ڪجھ وڌي ويو. اسڪول ۾ اٺ پيرڊ پڙهائي هلندي هئي ۽ گهر جي لاءِ هوم ورڪ به ملندو هو. فيئر ڪاپين ۾ سماجي اڀياس ۽ سائنس جون تصويرون، خاڪا ۽ نقشا به ناهڻا پوندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ڪين چارٽ ناهي اسڪول کڻي وڃڻا پوندا هئا. پرديپ ته اُهي سڀ ڪم رٿا بندي سان، وقت سر ڪري ويندو هو. پر ڪيلاش اڳي وانگر سستي جي ڪري به ڪم وقت اندر پورو ڪري ڪو نه سگهندو هو.

پرديپ وقت جي پابندي واري عادت جي ڪري مئٽرڪ جو امتحان اي.ون گريڊ ۾ پاس ڪيو. پر ڪيلاش صرف بِي گريڊ کڻي سگهيو. رزلٽ ڏسي هن جي دل ۾ پڇتاءُ ته ضرور ٿيو پر هاڻي پڇتائڻ مان ڪو به فائدو ڪين هو. هڪ چوڻي آهي ته:

”وقت ۽ وير ڪنهن جو به انتظار نٿا ڪن“.

جهڙي طرح ڪمان مان نڪتل تير واپس نه ٿو ٿي سگهي تهڙي طرح ويل وقت کي موٽائي نه ٿو سگهجي. ڪيلاش جي سستي ڪري سندس سڀاءُ نه بدليو

پر پرديپ ساڳي نموني محنت ڪري انٽر جي امتحان ۾ بهترين مارڪون کڻي اي.ون گريڊ ۾ پاس ٿيو. هُو ميڊيڪل ڪاليج جي انٽري ٽيسٽ پاس ڪري ايم.بي.بي.ايس ۾ چونڊجي ويو. جڏهن ته ڪيلاش کي انٽر ۾ گهٽ مارڪون هجڻ ڪري ڪنهن به ڪورس ۾ داخلا ڪو نه ملي ۽ نه ئي ڪيس ڪا نوڪري ملي سگهي. جيئن چوڻي آهي ته "ٿِر جي ٽُٽي سؤ ڇُوٽون کائي".

ان ڪهاڻي مان سبق ملي ٿو ته وقت وڏي قيمتي شيءِ آهي. وقت جي پابندي ڪاميابي جي ڪُنجي آهي.جنهن ذريعي ماڻهو زندگي ۾ پنهنجي گهربل منزل ماڻي سگهي ٿو. ۽ ڪڏهن به ذهني دٻاءُ جو شڪار نٿو ٿئي. ڪو ڪم وقت اندر پورو نه ٿيڻ جي صورت ۾ ان تي ٽيندڙ خرچ وڌي وڃي ٿو.

تاريخ به اسان کي ٻڌائي ٿي ته جن ماڻهن وقت جي اهميت جو احساس رکيو ۽ پنهنجو هر ڪم پابندي سان وقت سِر ڪيو ته ترقي ۽ ڪاميابي، عزت ۽ شُهرت، خوشي ۽ خوشحالي انهن جو مقدر بڻيون. جنهن جو اهم مثال آمريڪا جو سورهون صدر ابراهام لنڪن ۽ اسان جي پياري وطن پاڪستان جو باني قائداعظم محمد علي جناح آهن. جن وقت جي پابندي واري عادت هئڻ ڪري تاريخ ۾ پنهنجو نالو نقش ڪرائي ڇڏيو.

اسان سڀني کي وقت جي اهميت کي سمجهڻ گهرجي ۽ پنهنجو هر ڪم پابندي سان وقت اندر پورو ڪرڻ گهرجي. اڄ جو ڪم سڀاڻي تي هرگز نه ڇڏڻ گهرجي ائين ڪرڻ سان عزت، شهرت ۽ ڪاميابي حاصل ڪري سگهون ٿا.

وقت تي سمهڻ، وقت تي اُٿڻ هڪ ماڻهو کي صحتمند، شاهوڪار ۽ سياڻو بنائي ٿو.

## سبق جو خلاصو

پرديپ ۽ ڪيلاش هم ڪلاسي هئا. قدرتي طور ذهين هئا. پر پرديپ وقت جو قدردان هو، جڏهن ته ڪيلاش وقت جي معاملي ۾ بلڪل لاپرواهه هو. هُو ڪو به ڪم وقت سِر نه ڪندو هو. نتيجي طور هُو پنهنجي ذهانت جو فائدو حاصل ڪري نه سگهيو. امتحانن ۾ گهٽ مارڪون هجڻ ڪري ڪيس ڪا به نوڪري نه ملي. هن جو دوست پرديپ وقت جو قدر ڪرڻ ۽ هر ڪم وقت سر ڪرڻ واري عادت جي ڪري ڊاڪٽر بڻجي ويو. وقت ۽ وير ڪنهن جو انتظار نٿا ڪن. تنهن ڪري اسان کي وقت جي اهميت جو احساس رکي اُن جي پابندي ڪرڻ گهرجي.

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. پرديپ جو سَياءُ ڪهڙو هو؟
2. ڪيلاش ڪهڙي قسم جو شاگرد هو؟
3. وقت جي پابندي ڪرڻ جا ڪهڙا فائدا آهن؟
4. پرديپ ۽ ڪيلاش جي ڪهاڻي مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟
5. اڄ جو ڪم سڀاڻي تي نہ ڇڏڻ واري عادت سان اسان ڇا حاصل ڪري سگهون ٿا؟

## (ب) هيٺيان خال ڀريو:

1. پرديپ مئٽرڪ جو امتحان.............. گريڊ ۾ پاس ڪيو.
2. وقت ۽ وير ڪنهن جو........... نٿا ڪن.
3. وقت جي پابندي ڪاميابي جي.............. آهي.
4. اسان کي پنهنجو هر ڪم وقت............ پورو ڪرڻ گهرجي.
5. اڄ جو ڪم سڀاڻي تي............ ڇڏجي.

## (ج) جملي کي صحيح ڪرڻ لاءِ حصي- الف کي حصي- ب سان ملايو:

| حصو- الف | حصو- ب |
|---|---|
| • ڪمان مان نڪتل تير ۽ ويل وقت کي | • سؤ چوٺون ڪائي. |
| • پنهنجو ڪم وقت سِر ڪرڻ سان | • سورهون صدر هو. |
| • ترِ جي ڳُٿي | • وري موٽائي نہ ٿو سگهجي. |
| • قائداعظم محمد علي جناح وقت جو | • ماڻهو ذهني دٻاءُ جو شڪار نٿو ٿئي. |
| • ابراهام لنڪن آمريڪا جو | • وڏو پابند هو. |

* استاد شاگردن ۽ شاگردياڻين کي وقت جي اهميت جو احساس ڏياري ۽ کين ترغيب ڏئي تہ اُهي عملي زندگي ۾ وقت جي پابندي کي پنهنجي عادت بڻائين.
* ”وقت جي پابندي“ جي عنوان تي هڪ تقريري مقابلو ڪرايو وڃي.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| عطا ٿيل | تحفي يا انعام طور مليل |
| برعڪس | ابتڙ |
| رٿابندي | منصوبہ بندي |
| وير | لهر، چولي |
| گُتي | گُسي ويل |
| چُوٽون | ڌڪ، زخم |
| ڪنجي | چابي |
| وقت سِر | وقت تي |
| مقدر | قسمت |
| نقش | چٽ، اُڪر |
| ذهانت | دماغي هوشياري |

# شخصيتون

ڪجهه شخصيتون پنهنجي ذات ۾ ڪامل هجڻ سان  گڏوگڏ ٻين ماڻهن جي ڪردار ۽ سيرت مٿان به هاڪاري اثرَ ڇڏيندڙ هونديون آهن جيڪي پنهنجي ديني، تبليغي، علمي، سياسي توڙي ثقافتي نوعيت جي اهم خدمتن  جي پيش نظر عوام ۾ بي حد مقبول هونديون آهن

اهڙيون مشهور شخصيتون قومن لاءِ هڪ نموني ۽ مثال جي حيثيت رکن ٿيون، انهن جي زندگيءَ جا احوال پڙهي ماڻهن جي دل ۾سندن لاءِ عقيدت، احترام ۽ محبت جا جذبا پيدا ٿي پوندا آهن، گڏوگڏ انهن جي تجربن ۽ مشاهدن تي عمل ڪري ٻيا ماڻهو ايندڙ زماني ۾ ترقي ۽ ڪاميابي ماڻڻ جي لائق بڻجي پوندا آهن.

اهڙين معزز ترين شخصيتن مان حضرت دائود عليه السلام ۽ مقدس پولوس به آهن، هن سبق ۾ سندن پاڪيزه زندگيءَ ، سچ لاءِ ڏنل قربانين، ڏرمن جي اوسر، زندگيءَ جي سفر ۽ سندن تعليم ڪي بيان ڪيو ويو آهي.

# حضرت دائود عليہ السلام

## سکيا جي حاصلات

- حضرت دائود عليہ السلام جي زندگي ۽ سندس اڳواڻن توڙي جانشين بزرگن جا نالا ٻڌائي سگهندا.
- ڄاڻندا تہ عبراني بائيبل ۾ ڪيس اسرائيل ۽ يهودين جو ٻيو بادشاهہ چو سڏيو ويو.
- وضاحت ڪندا تہ پاڻ چو ۽ ڪهڙين ڳالهين جي ڪري مشهور هو.
- خوشي ۽ لطف اندوز ٿيڻ ۾ فرق بيان ڪري سگهندا.
- ڄاڻندا تہ روحاني خوشي ڪٿي آهي.
- سندس تعليمات ۽ چوڻين کي بيان ڪري سگهندا.
- حضرت دائود عليہ السلام مٿان نازل ٿيل ڪتاب ٻڌائي سگهندا.
- ڄاڻندا تہ ”گيتن واري ڪتاب“ مان ڇا مراد آهي.

حضرت دائود عليہ السلام الله جي نبين سڀني مان هڪ مٿاهين شان وارو نبي آهي. بائيبل مطابق هو بني اسرائيل جو ٻيو بادشاهہ ٿي گذريو آهي. سندس بادشاهيءَ جو زمانو 1035 کان 1010 ق.م شمار ڪيو وڃي ٿو. پاڻ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي پوٽي حضرت يعقوب عليہ السلام جي اولاد مان هو. سندس نسب ڏهن پيڙهين کان پوءِ يهودا پٽ يعقوب سان وڃي ملي ٿو.حضرت دائود عليہ السلام نهايت سادگي پسند، سلڇڻو ۽ وڻندڙ طبيعت جو مالڪ هو. پورو پُنو قد، نيرڳيون اکيون،حسين جميل چهرو، من مهڻو آواز ۽ بهادري سندس وڏيون خصلتون هيون. بني اسرائيل ۾ اهو پهريون نبي سڀورو آهي جيڪو نبيءَ سان گڏ بادشاهہ بہ ٿيو چوتہ ان کان اڳي بادشاهہ ۽ نبي جدا جدا هوندا هئا.

## ننڍپڻ ۽ جواني

حضرت دائود عليہ السلام جو گهراڻو ٻهراڙيءَ ۾ رهندو هو جتي سندس زندگيءَ جا ابتدائي ڏينهن گذريا. پاڻ جهنگ ۾ ٻڪريون ۽ رڍون چاريندو هو. ڪيس ڪانياٽي هلائڻ ۾ وڏي مهارت حاصل هئي.جنهن سان جهنگ ۾ پنهنجو دفاع بہ ڪندو هوءِ ضرورت وقت شڪار بہ ڪندو هو. بني اسرائيل قوم جو اهو دور نهايت تڪليفن وارو هو.اُهي مختلف قبيلن جي شڪل ۾ ڇڙ وڇڙ ۽ ٻين قومن جا زيردست هئا.مقدس سرزمين فلسطين مٿان دشمن قوم جو قبضو ۽ جالوت نالي حڪمران جي بادشاهي هئي. بني اسرائيل پنهنجي بزرگن جي صلاح سان قوم مان شائول نالي هڪ سگهاري مڙس کي بادشاهہ مقرر ڪيو ۽ ان جي نگرانيءَ ۾ جالوت سان لڙائي ڪري پنهنجي سرزمين حاصل ڪرڻ جو ارادو ڪيو.

هڪ دفعي حضرت دائود عليه السلام معمول مطابق جهنگ ۾ مال چاري رهيو هو تہ اوچتو هڪ پٿر مان آواز آيس: اي دائود! مون کي پاڻ سان کڻ آءٌ تنهنجي ڪم ايندس. ٿورو اڳتي هليو تہ ساڳي ريت ٻن ٻين پٿرن بہ ساڻس ڳالهايو. هو روزاني ان جهنگ ۾ ايندو هو پر اڄ پهڻن جي هن غير معمولي گفتگو کيس حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. آخر ۾ هن اهو سوچي پٿر پنهنجي ڳوٿريءَ ۾ کنيا تہ ضرور ڪو غير معمولي واقعو ٿيڻ وارو آهي. شام جو هو جڏهن گهر واپس پهتو تہ ماڻهن کيس بادشاه طرفان ڪيل اعلان بابت ٻڌايو. شائول بادشاه پنهنجي قوم جي نوجوانن کي لڙائي جو شوق ڏيارڻ لاءِ پڙهو ڏياريو هو تہ جيڪو سپاهي جالوت سان مقابلو ڪري کيس قتل ڪندو ان کي هو پنهنجي ڌيءَ جو سڱ ۽ اڌ بادشاهي ڏيندو. حضرت دائود عليه السلام کي پٿرن واري ڳالھ ياد اچي وئي ۽ هو صبح جو ٿيڻ واري جنگ لاءِ ڪانياٽي ۽ پٿرن سميت تيار ٿي ويو.

## دشمن سان مقابلو

ٻئي ڏينهن تمام وڏي لشڪر ۽ هٿيارن پنهوارن سان جالوت هڪ واديءَ ۾ اچي پهتو، هيڏانهن مقابلي ۾ بني اسرائيل جو مختصر لشڪر هو جنهن کي شائول لڙائي تي اياري رهيو هو. جنگ جو ٻگل وڄندي جالوت پاڻ ميدان تي نڪري آيو ۽ للڪارڻ لڳو: آهي ڪو جيڪو مون سان مقابلو ڪري؟ هو بار بار للڪاري رهيو هو پر سندس رعبدار آواز، ديو هيڪل مسلّح جسم ۽ ڪاوڙيل چهري کي ڏسي ڪير بہ سندس مقابلي ۾ نہ ٿي آيو.
اوچتو لشڪر جي آخري صفن مان بِغير جنگي لباس ، تلوارءِ پالي جي هڪ نوجوان نروار ٿيو جنهن جي هٿ ۾ لٺ ۽ ڪلهي تي ڪانياٽي هئي. چوڻ لڳو: آءٌ تنهنجو مقابلوڪندس. جالوت چيو:”ڇا آءٌ ڪو ڪتو آهيان جو تون مون کي هڪ لٺ سان هڪليندين.“ حضرت دائود عليه السلام چيو:”ها، تنهنجي حيثيت مون وٽ هڪ ڪتي واري آهي.“ ايئن چئي ڪانياٽي سان هڪ پٿر اهڙي نموني ڦٽو ڪيائين جو جالوت کي سڌو وڃي مٿي ۾ لڳو ۽ هو زمين تي ڪري ڪرڙيون هڻڻ لڳو. دشمن جي لشڪر گهبراهٽ ۾ پيرن تي زور ڏنو بالآخر بني اسرائيلين همت سان لڙائي ڪري انهن کان پنهنجو ملڪ ڇڏائي

ورتو. وعدي مطابق حضرت دائود عليه السلام شائول جي ڌيءَ سان شادي ڪئي ۽ ڪيس بادشاهي ملي. اهڙي ريت هو نئين سر بني اسرائيلين کي يروشلم ۾ آباد ڪري انهن جو بادشاهه بڻيو.

## نبوت ۽ معجزا

حضرت دائود عليه السلام تي پهريون آسماني ڪتاب "زبور" نازل ٿيو.پاڻ اهو نبي آهي جنهن کي آدم عليه السلام وانگي "خليفه"(نائب) جو منصب عطا ڪيو ويو. الله تعاليٰ کيس معاملا فهمي ۽ فيصلن نبيرڻ جي دانائي نصيب ڪئي هئي .قرآن ۾ آهي:

اي دائود ! اسان توکي ڌرتيءَ تي نائب بڻايو آهي سو ماڻهن جي درميان حق جو فيصلو ڪر.

پاڻ نہ صرف خدا جي عبادت، ذڪر ۽ نبوت جي ٻين ذميدارين کي چڱي ريت نڀائيندو هو پر رعيت جي پرگهور لهڻ، انهن جي گهُرجن جو پورائو ڪرڻ ۽ کين انصاف ڏيڻ جي بہ اوُن رکندو هو. پاڻ هفتي جي مقرر ڏينهن ۾ ماڻهن جا فيصلا سلجهائيندو هو.

★ حضرت دائود عليه السلام لباس بدلائي رات جو عوام جو حال احوال وٺڻ ويندو هو ۽ ڪانئن حڪومت ۽ حڪمرانن جي ڪارڪردگي معلوم ڪندو هو. هڪ دفعي ڪنهن ماڻهو کيس چيو تہ بادشاهه عوام جي پيسي مان کائي پيئي ٿو ۽ گهر جو گذران ڪري ٿو، تڏهن کيس احساس ٿيو تہ واقعي مون کي هٿ جي پورهئي جو کائڻ گهرجي. تڏهن الله تعاليٰ کان دعا گهريائون بدلي ۾ الله سائين لوهہ کي سندس لاءِ ميڻ وانگي نرم ڪري ڇڏيو. ان کي هٿن سان مرضي مطابق موڙي سگهندو هو. اهڙي ريت پاڻ لوهي زرهون تيار ڪري وڪڻندو هو ۽ ان مان گهر ٻار جو پيٽ پاليندو هو.

★ حضرت دائود عليه السلام جڏهن پنهنجي سريلي آواز ۾ خدا جي ساراهہ ۾ زبور جا مزامير پڙهندو هو تہ هر شيءِ مٿان سحر واري ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي. ان ڪيفيت ۾ جبل، پکي پکڻ ۽ جهنگلي جيوت بہ ساڻس جهومندا هئا ۽ گڏجي تنوارون ڪندا هئا.

## زبور ۽ ان جا حمديہ گيت

زبور عهدِ عتيق مان هڪ ڪتاب آهي. جنهن ڪي مسيحي ۽ يهودي حضرت دائود عليه السلام ڏانهن منسوب ڪندا آهن. جڏهن تہ قرآن شريف ”زبور“ ڪي آسماني ڪتاب چوي ٿو. زبور جي لفظي معنيٰ ”حصو “يا ”ٽڪڙو“ آهي. زبور ۾ خدا جي حمد، ثنا، شڪر گذاري ۽ حڪمت بيان ٿيل آهي جنهن ڪي ”مزامير“ سڏجي ٿو. زبور ۾ اهڙا 150 مزامير آهن.

حضرت دائود عليه السلام جي وفات فلسطين ۾ ٿي جتي سندس آخري آرام گاهہ آهي. هن نبي سڳوري جي وفات ڪان پوءِ سندس فرزند حضرت سليمان عليه السلام بني اسرائيل جو بادشاهہ بڻيو جيڪو پڻ پيغمبر ٿيو ۽ مضبوط حڪومت هلايائين.

حضرت دائود عليه السلام جا شانائتا ويچار: عقلمند ڪي گهرجي تہ چئن گهڙين ڪان غفلت نہ ڪري: (1) اها گهڙي جنهن ۾ پنهنجي مالڪِ حقيقيءَ سان حالي احوالي ٿئي. (2) اها گهڙي جنهن ۾ پنهنجو محاسبو ڪري. (3) اها گهڙي جنهن ۾ پنهنجي اهڙن دوستن سان ملي جيڪي سندس عيب ۽ خاميون يا حقيقتون ٻڌائين. (4) اها گهڙي جنهن جي تنهائيءَ ۾ پنهنجي نفس ۽ لذتن جو اندازو ڪري، ۽ اها گهڙي انهن سيني گهڙين ۾ مدد جو ۽ دلين جي اطمينان جو سبب آهي.

هر عقلمند ڪي گهرجي تہ پنهنجي وقت جو قدر ڪري، ۽ پنهنجي زبان جي حفاظت ڪري، ۽ پنهنجي ڪم سان ڪم رکي.

## سبق جو خلاصو

حضرت دائود عليه السلام هڪ متاهين شان وارو نبي آهي، ننڍپڻ ۾ ٻڪريون چارڻ ۽ ڪانياٽي ھلائڻ سندس مشغلو ھو.جڏھن جوان ٿيو ته پنھنجي قوم جي بادشاھ جي لشڪر ۾شامل ٿي جالوت نالي ظالم بادشاھ کي قتل ڪيائين.انعام ۾ ڪيس بادشاھي ملي. بادشاھي سان گڏ خدا تعاليٰ ڪيس نبوت جي منصب سان نوازي انيڪ معجزا پڻ عطا فرمايا.جن ۾ لوھ جو نرم ٿيڻ، وڏنڌڙ آواز ھجڻ ۽ جبلن توڙي پکي پکڻ جو مطيع ٿيڻ شامل آھن. ڪيس ”زبور“ نالي آسماني ڪتاب عطا ٿيو جنھن ۾ مالڪِ حقيقي جي حمد،ثنا ۽ شڪر گذاري تي مشتمل ”مزامير“ آھن.

### (الف) ھيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. حضرت دائود عليه السلام جون اھم خصلتون ڪھڙيون ھيون؟
2. حضرت دائود عليه السلام جو ننڍپڻ ڪيئن گذريو؟
3. حضرت دائود عليه السلام جالوت بادشاھ کي ڪيئن قتل ڪيو؟
4. حضرت دائود عليه السلام کي لوھ وارو معجزو ڪيئن عطا ٿيو؟
5. مزامير ڇا آھي؟

### (ب) ھيٺيان خال ڀريو:

1. حضرت دائود عليه السلام کان پوءِ بني اسرائيل جو................ بادشاھ بڻيو.
2. زبور لفظ جي معنيٰ.............. يا ......... آھي.
3. حضرت آدم عليه السلام وانگر حضرت دائود عليه السلام کي..................... جو منصب عطا ٿيو آھي.
4. ڀھريون دفعو بني اسرائيل ۾ ھڪ ئي وقت نبي ۽ بادشاھ ٿيڻ وارو ....................... آھي.
5. حضرت دائود عليه السلام ھفتي جي مقرر ڏينھن ۾ ماڻھن جا ..................... سلجھائيندو ھو.

## (ج) صحيح جواب تي ”✓“ جو نشان لڳايو:

1. حضرت دائود عليه السلام جو گھراڻو رھندو ھو:

(الف) جھنگ ۾ (ب) ريگستان ۾ (ج) شھر ۾ (د) ٻھراڙيءَ ۾

2. بني اسرائيل پنھنجي بزرگن جي صلاح سان جيڪو بادشاھ مقرر ڪيو سو ھو:

(الف) حضرت دائود عليه السلام (ب) حضرت سليمان عليه السلام

(ج) شائول (د) جالوت

3. جالوت بادشاھ کي جنھن ھٿيار سان ماريو ويو سو ھو:

(الف) تلوار (ب) ڪانياٽي (ج) بندوق (د) ڪماڻ

4. حضرت دائود عليه السلام لوھ مان ٺاھيندو ھو:

(الف) زرھون (ب) تير (ج) ڪانياٽي (د) ڪماڻ

5. ”مزامير“ جي معنيٰ آھي:

(الف) عبادت (ب) روزو (ج) نماز (د) خدا جو حمد

### استاد لاءِ سرگرمي

* شاگردن ۽ شاگردياڻين کي مکيہ آسماني ڪتابن جي تصويرن گڏ ڪرڻ ۽ زبور جي ڪنھن مزامير لکي اچڻ لاءِ چون.
* پراڻي دور جي ھٿيارن غليل، ڪانياٽي ۽ زرھ بابت معلومات ڏين ۽ انھن جون تصويرون ڪاپيءَ تي ھٽڻ لاءِ چون.

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| نيرڳيون | نيري رنگ واريون |
| سگھارو | طاقت وارو |
| محاسبو | ليکو، حساب، وهنوار |
| پهڻ | پٿر |
| پڙهو ڏيارڻ | اعلان ڪرڻ، هوڪو ڏيڻ |
| بِگل | هارن، وڏو آواز ڪيندڙ توتارو |
| هيڪل | شڪل، نمونو |
| مسلّح | اسلحي سميت، هٿيار بند |
| ڀالو | لوهي چهنب واري لٺ |
| اُون | فڪر |
| جهومڻ | رقص ڪرڻ. |
| معجزا | ڪرشما |
| زرهون | زِرَهَ جو جمع، لوهي پوشاڪ (جا لڙائيءَ ۾ ڪم اچي) |
| تنوارون | تنوارون ڪرڻ: ٻوليون ٻولڻ، ذڪر ڪرڻ، جهونگارون ڪرڻ |
| عهدِ عتيق | آڳاٽو زمانو |
| منصب | رُتبو، عهدو، ڊيوٽي |
| مطيع | فرمانبردار |

# مقدس پولوس

**سکيا جي حاصلات**

- مقدس پولوس جي حالات زندگي بيان ڪري سگهندا. (پيدائش 10ع کان نمائندي ٽيڻ تائين)
- ڄاڻندا تہ پاڻ يهودي ۽ رومي هو.
- ڄاڻندا تہ پاڻ هڪ مشنري جذبو رکندڙ ماڻهو هو ۽ مسيحيت کي ڦهلائڻ ۾ سندس وڏو ڪردار آهي.
- وضاحت ڪندا تہ ڪيس يسوع مسيح جو بهترين حواري چو سڏيو ويو.
- ڄاڻندا تہ عهدنامي جديد جي ستاويهن خطن/جزن مان تيرهن خط/جزا سندس ڏانهن منسوب آهن.
- مقدس پولوس جي اخلاقي تعليمات بابت مختصر ٻڌائي سگهندا.
- سندس مسيحيت اپنائڻ کان بعد وارن خطن جي اثرن جي وضاحت ڪري سگهندا.
- ڄاڻندا تہ مقدس پولوس کي ڪنهن ۽ ڪڏهن قتل ڪيو.

مقدس پولوس يسوع مسيح جو خاص قاصد، مسيحيت جو مبلغ ۽ مفسر گڏوگڏ عهدنامه جديد جو مشهور مصنف شمار ڪيو وڃي ٿو. سندس پراڻو نالو ”شائول“ هو. عبراني ٻولي ۾ شائول جي معنيٰ ” گهُريل“ آهي. پر بعد ۾ پاڻ لاطيني نالي ”پولوس“ سان مشهور ٿيو جنهن جي معنيٰ”ننڍو“ آهي. پولوس جو خانداني تعلق يهودين جي بنيامين قبيلي سان هو. سندس ولادت رومي حڪومت جي ڪيلڪيه رياست ۾ طرسوس شهر اندر10ع ۾ ٿي. طرسوس شهر ان زماني ۾يوناني تهذيب جي ڳڙهہ هجڻ سان گڏ هڪ خاص اوني ڪپڙي جي ڪري مشهور هو جيڪو ٻڪرين جي ڏاس مان ناهيو ويندو هو ، ان کان علاوه اتي تنبن ٺاهڻ جا ڪارخانا بہ هئا. پولوس پنهنجي ننڍپڻ ۾ اهي ڪم سکيا.

پولوس اجا ننڍو ئي هو تہ سندس ماءُ وفات ڪري وئي، جنهن کان پوءِ هو شمعون ڪريني جي گهرواريءَ روفن ۽ سڪندر جي والده کي ماءُ سڏيندو هو. هن شريعتِ موسوي ۽ يهودي فقه جي ابتدائي تعليم يهودي عالم ”گمل ايل “کان حاصل ڪئي ۽ اعليٰ تعليم لاءِ يروشلم ويو.

تعليم جي حصول بعد پولوس هڪ ڪٽر فريسي مشهور ٿيو ان جا وڏن وڏن يهودي حڪمرانن سان تعلقات وڌيا جنهن ڪري ڪيس پنهنجي يهوديت تي وڏو ناز هو.

سڀ کان پهرئين مقدس پولوس جو ذڪر اعمال ۾ ملي ٿو. هو استفانس جي شهادت وقت اتي موجود هو. ان واقعي بعد يهودين طرفان مسيحين کي ايذائڻ شروع ڪيو ويو.هو مسيحين کي بدعتي ۽ پنهنجي لاءِ خطرو سمجهندا هئا.ان زماني ۾ پولوس رسول سرگرم اڳواڻ ۽ مسيحين جو سخت مخالف هو. مسيحين کي قتل ڪرڻ جون فتوائون وٺڻ لاءِهو يروشلم مان اجازت ناما وٺي ايندو هو.

## ايمان جي تبديلي

اعمال مطابق اهڙي ئي هڪ فتويٰ ونڻ لاءِ جڏهن ”مقدس پولوس“ دمشق کان يروشلم طرف روانو ٿيو تہ رستي ۾ ئي 36ع دوران حضرت يسوع مسيح مٿس ظاهر ٿي کيس غير قومن لاءِ پنهنجو نمائندو نامزد ڪيو. ان غير معمولي واقعي کان بعد پاڻ ٽي ڏينهن روزو رکيائين ۽ جلد ئي کيس بپتسمه ڏئي مسيحيت ۾ داخل ڪيو ويو.

حضرت يسوع مسيح طرفان نمائندي مقرر ٿيڻ کان پوءِ هو دمشق اندر ماڻهن ۾ مسيحيت جي منادي ڪرڻ شروع ٿيو پر ماڻهو ڪائنس ڊنل هئا انڪري هو عرب هليو ويو ۽ پوءِ واپس اچڻ بعد هميشه لاءِ پنهنجي زندگي يسوع مسيح لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين. مقدس پولوس اڪثر ڪري غير قومن ۾ منادي ڪئي تنهن ڪري کيس ” غير اقوام جو رسول“ بہ چوندا آهن.

## مقدس پولوس جون خدمتون ۽ شهادت

مقدس پولوس جي شخصيت جون ٽي اهم خصوصيتون هيون: يوناني ثقافت، رومي شهريت ۽ يهودي مذهب. پاڻ پنهنجي انهن خصوصيتن جي بهتر استعمال کان بخوبي واقف هو. حضرت يسوع مسيح جي مقدس پولوس کي مسيحيت لاءِ قبول ڪرڻ بعد پاڻ مسيحيت جي تبليغ لاءِ ٽي سفر ڪيائين . سفرن جو تڪليفون برداشت ڪري ڪليسائن جا دورا ڪيائين، انهن جي نگراني ڪري انهن جي پاسبانن جي رهنمائي ڪيائين. پر حضرت يسوع مسيح جي نالي تي پاڻ تمام گهڻو ايذايو ويو. رومي حڪومت طرفان مٿس ڪيس هنيا ويا ڪيس مقدس پطرس سان گڏ ”مهارتيني“ قيدخاني ۾ باندي بڻايو ويو.

عهد نامي جديد ۾ مقدس پولوس جا تيرهن خط شامل آهن. انهن خطن جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ مٿن بشارتي خط، قيدخاني وارا خط ۽ پاسباني خطن جا عنوان ڏنل آهن جن ۾ ڪليسا ۽ انهن جي نگهبانن لاءِ بهترين هدايت جون ڳالهيون بيان ٿيل آهن.

مقدس پولوس ۽ پطرس کي قيد ڪرڻ بعد ڪين قيصرِ نيرو طرفان 29

جون 68ع تي شهيد ڪيو ويو. مقدس پولوس ڪي رومي شهريت جي ڪري صليب ڏيڻ بجاءِ تلوار ذريعي شهيد ڪيو ويو. جڏهن سندس سسي ڌڙ کان ڌار ٿي تہ ان مان يسوع! يسوع! يسوع! جو آواز آيو ۽ ٽي دفعا زمين تي بولاٽيون ڏنائين جتي جتي سندس سسي ڪري ان جڳهہ تان ٽي چشما نڪتا. اڄڪلهہ اتي ٽن چشمن وارو گرجا آهي.

**مقدس پولوس جون تعليمات:**

- مالڪِ حقيقي هر انسان کي پنهنجي عملن جو بدلو ضرور ڏيندو، پوءِ جيڪڏهن سنا عمل هوندا تہ سنو بدلو ملندو ۽ جيڪڏهن بُرا عمل هوندا تہ بُرو بدلو ملندو.
- ڪنهن کي بُرائيءَ جو بدلو بُرائيءَ سان نہ ڏيو، بلڪ بُرائيءَ جو بدلو نيڪيءَ سان ڏيو.
- پنهنجي وَسَ آهر سيني ماڻهن جو خيال رکو.
- پنهنجي ذات لاءِ ڪنهن کان بہ انتقام نہ وٺو.
- جيڪڏهن اوهان جو دشمن اُڃ يا بُک سان هجي تہ ان کي پاڻي پياريو ۽ ماني کارايو.
- بُرائيءَ کي پنهنجي مٿان غالب نہ ڪريو بلڪ بُرائيءَ جي جاءِ تي ڀلائي ڪري ڇڏيو.

## سبق جو خلاصو

مقدس پولوس جو پراڻو نالو" شائول" هو. ننڍپڻ دوران پاڻ اوني ڪپڙي ۽ تنبن جي ڪارخانن ۾ پورهيو ڪيائين. گمل_ ايل نالي يهودي عالم کان علم پرائي يهوديت جو پرچارڪ ۽ ڪٽر مذهبي بڻيو. هڪ دفعي حضرت يسوع مسيح مٿس ظاهر ٿي کيس "غير قوم لاءِ" پنهنجو نمائندو مقرر ڪيو. ان کان پوءِ هن پنهنجو پاڻ مسيحيت لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. يوناني ثقافت، رومي شهريت ۽ يهودي مذهب سندس خصوصيتون آهن. عهدنامي جديد ۾ سندس لکيل خط شامل آهن. پاڻ مسيحيت جي خدمت ڪرڻ جي ڪري نهايت ايذايو ويو ۽ آخر ۾ رياست طرفان کيس تلوار ذريعي شهيد ڪيو ويو.

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1. مقدس پولوس جي پيدائش ڪڏهن ۽ ڪٿي ٿي؟
2. مقدس پولوس تعليم ڪٿان حاصل ڪئي؟
3. مقدس پولوس جي ايمان جي تبديليءَ جو واقعو ڪيئن پيش آيو؟
4. مقدس پولوس کي”غير اقوام جو رسول“ ڇو سڏيندا آهن؟
5. مقدس پولوس مسيحيت لاءِ ڪهڙيون خدمتون سرانجام ڏنيون؟

## (ب) صحيح جواب تي ”✓“ جو نشان لڳايو:

1. عهدنامي جديد ۾ مقدس پولوس جي خطن جو تعداد آهي:

(الف) 10 (ب) 11 (ج) 12 (د) 13

2. ايمان جي تبديليءَ بعد مقدس پولوس منادي شروع ڪئي:

(الف) اسلام جي (ب) يهوديت جي (ج) مسيحيت جي (د) ٻڌ ڌرم جي

3. مهارتيني قيدخاني ۾ ساڻس گڏ ٻيو قيدي هو:

(الف) مقدس آگسٽين (ب) مقدس پطرس (ج) مقدس توما (د) يسوع مسيح

4. مقدس پولوس جي شخصيت جون خصوصيتون هيون:

(الف) 3 (ب) 4 (ج) 2 (د) 1

5. مقدس پولوس جي سِسِي ڪرڻ واري جڳهه تي اڄڪلهه موجود آهي:

(الف) ٽن چشمن وارو گرجا گهر (ب) ٻن چشمن وارو گرجا گهر (ج) مندر (د) مسجد

## (ج) جملي کي صحيح ڪرڻ لاءِ حصي الف کي حصي ب سان ملايو:

| حصو- الف | حصو- ب |
|---|---|
| • مقدس پولوس اجان ننڍو ئي هو تہ | • اوني ڪپڙي ۽ تنبن جي ڪارخانن جي ڪري مشهور هو. |
| • مقدس پولوس اعليٰ تعليم لاءِ | • مقدس پولوس جو استاد هو. |
| • طرسوس شهر ان دور ۾ | • سندس ماءُ وفات ڪري وئي. |
| • گِمل. ايل نالي يهودي عالم | • يروشلم شهر ڏانهن ويو. |

* استاد شاگردن ۽ شاگردياڻين کي مقدس پولوس جا لکيل مختلف خط ڏيکاري ۽ انهن جو چونڊ هدايتون پڙهي ٻڌائي .
* مقدس پولوس جي زندگيءَ تي ٺهيل ڊاڪيومينٽري ڏيکاري شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ڄاڻ ڏني وڃي.

| نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ | |
|---|---|
| **لفظ** | **معنيٰ** |
| قاصد | نياپو ڏيندڙ |
| مُبلّغ | پرچار ڪندڙ، منادي ڏيندڙ |
| مُفسّر | وضاحت ۽ تشريح ڪندڙ |
| ڳڙهه | مرڪز |
| فريسي | مذهبي اڳواڻ |
| قيصر | روم جي بادشاهه جو لقب |
| نيرُو | روم جو قديم شهر |
| اقوام | قوم جو جمع، قومون |
| ڏاس | ٻڪريءَ جا وار يا ٻُجَ، گهٽي يا رڍ جي اُنَ |
| رسول | خدا تعاليٰ جي طرفان موڪليل اهو نبي سڳورو جنهن تي ڪتاب نازل ٿئي، قاصد، پيغامبر، ايلچي |
| بدعتي | شريعت جي خلاف ڪنهن نئين ڳالهه تي عمل ڪندڙ |